ڪتاب نمبر ستهٺ (٦٧)

# ساپيائن ڪان رُٺل سپنا

## (ناولٽ - ڪهاڻيون)



الطاف ملڪاڻي




سنڌي ساهت گهر - حيدرآباد سنڌ
1994ع

ڪتاب جو نالو: ساپيائن ڪان رُٺل سپنا

موضوع: ناولٽ/ ڪهاڻيون

ليکڪ: الطاف ملڪاڻي

ڪمپوزنگ: سنڌ ڪلاسڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ
نزد عبرت پريس گاڏي کاتو حيدرآباد.

ڪمپوزرس: قاضي جمشيد علي صديقي

ڇاپو: پهريون

ڇپجڻ جي تاريخ: جولاءِ ١٩٩٤ع

قيمت: ٣٠ تيهه روپيا فقط

ڇپيندڙ: آڪاش پرنٽرس، گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ.

**سنڌي ساهت گهر - ڪتاب نمبر (٦٧)**

※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※※

SABHYAUN KAHN RUTHAL SAPNA

(Novelet and Shaort Stories)

By: Altaf Malkani

Composing: Sindh Classic Computer Cqmposing

Compose by: Qazi Jamshed Ali Siddiqui

Published by: Naz Sanai

Chairman Sindhi Sahat Gher

3-Nizam lodge Gari Khato,

Hyderabad Sindh.

Per Copy: 30/= Rupees

## ٻہ اکر

الطاف ملڪاڻي نئين ٽهيءَ جو اهو قلمڪار آهي، جيڪو جديد مختصر ڪهاڻي لکندڙ آهي ۽ اُن جو نالو، ڪهاڻي ڪيتر جو هڪڙو اُتساهہ ڏيندڙ نالو آهي.

الطاف هڪڙو سوچ ۽ سمجهہ رکندڙ نوجوان آهي، جيڪو پنهنجي ٽهيءَ جي انهن نالن ۾ شامل آهي جيڪي سُرت ۽ سمجهہ رکندڙ آهن ۽ هڪڙي مقصد تحت لکن ٿا.

الطاف جهڙي طرح پاڻ شخصي زندگيءَ ۾ سڌڙو، سٻاجهڙو ۽ مخلص ماڻهو آهي ۽ سندس زندگيءَ کي سمجهڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڏکيائي محسوس نہ ٿي ٿئي. اهڙي طرح هُن جون ڪهاڻيون بہ سمجهڻ ۾ ڏکيون ناهن. جو تہ هُن جي ڪهاڻين جا ڪردار /پلاٽ اسان جي سماج سان واسطو رکندڙ آهن، اهي سڀ ڪهاڻيون اَسان جون پنهنجون ڪهاڻيون آهن. اهي سمورا ڪردار اسان جا پنهنجا آهن. " سايبائن ڪان رنل سپنا "سندس ننڍڙو ۽ مختصر ڪتاب آهي جنهن ۾ هڪڙو ننڍڙو ناولٽ ۽ ٻيون ڪهاڻيون آهن. جيڪو پنهنجي ليکي ننڍڙو ۽ مختصر تہ آهي پر اُهو اَسان جي ڪهاڻي ڪتابن ۾ هڪڙي جڳهہ والاريندو ۽ الطاف کي مختصر ڪهاڻي لکندڙن جي لسٽ ۾ آڻڻ سان گڏ، اُن جي پڙهندڙن ۾ چڱو اثر پيدا ڪندو.

سنڌي ساهت گهر، سنڌ جي ادبي ڪيتر ۾ نئون نسل پيدا ڪرڻ ۽ متعارف ڪرڻ جو جيڪو ڪم هٿ ۾ ڪنيو آهي. هيءَ ڪتاب بہ ان سلسلي جي ڪڙي آهي.

ناز سنائي
١٧- جولاءِ- ١٩٩٤ع
٢٠- صائمہ پلازا، هالا ناڪو،
حيدرآباد سنڌ.

# سٽاءُ

# ارپنا

ذوالفقار
خرم
۽ راجيش جي نانءِ
جن کان مليل
محبتن جو قرض
شايد آئون
نہ لاهي سگهان

الطاف ملڪاڻي

# پن ڇڻ ڪانپوءِ

پن ڇڻ رت وري آئي هئي، وڻ پنهنجا ساوا پهراڻ لاهي جوڳين جهڙو پيلو چوغو پائي رهيا هئا. وڻن جا پن واءَ جي جهوٽي تي وڳر ڪان وڇڙي رهيا هئا. فضا تي عجيب پراسرار اداسي ڇانيل هئي، ڄڻ ته ڪا وڏو، ساري دنيا کان پنهنجو درد لڪائي خاموش احتجاج ڪندي هجي. "علي" به اڄ اداس اداس پٿر جي بئنچ تي ويٺو هو. سندس نيڻن ۾ اوجاڳي جا ڳاڙهسرا رنگ هئا، انهن ڳاڙهسرن ڏورن سان گڏ اونهي سوچ جا پر ڇانوا پڻ هئا.

ها، پن ڇڻ رت جو به پنهنجو حسن آهي، انهن پنن جي ڇڻڻ تي اُيرندڙ آواز ۾ ڪيڏو سوز ۽ درد آهي، ڄڻ ته علڻ فقير، تنبوري جي تان تي شاهه سائين جو سر سامونڊي ڳائي رهيو هجي! علڻ فقير جي ياد اچڻ تي ياد پويس تي سنڌالاجي!

ڪيس سنڌالاجي اُن ڪري به ياد آئي جو هڪ پيلي رُت جي شام جو اُتي ڪنول ملي هئي! علي آرٽسٽ هو ۽ هو سنڌالاجي ۾ شاهه سائينءَ جو اهو پورٽريٽ ڏسڻ آيو هو جيڪو تازو هت رکيو ويو هو. عليءَ کي شاهه سائين جو چهرو ائين لڳو ڄڻ ته ڪنهن اونهي ساگر تي چوماسي جي چنڊ جو نور پکڙيل هجي! هو اڃا انهيءَ سوچ ۾ غرق هو ته ڪيس پاسي ۾ ڪنهن جي موجودگي جو احساس ٿيو ۽ هن ڇرڪ ڀري ڏٺو ته سندس پرسان ڪنول بيٺل هئي، جيڪا پڻ محويت جي عالم ۾ ساڳي پورٽريٽ کي ڏسي رهي هئي. اوچتو ٻنهي جون نظرون ٽڪريون عليءَ جي جسم ۾ ڄڻ ته ڪرنٽ ڊوڙي ويو. ڄڻ ته ڪائي وڄ چمڪي هئي، جنهن جي چمڪ سندس اکين کي انڌو ڪري وڌو هجي. ڪنول جي اکين ۾ الائي ڇا هو! علي کي لڳو ڄڻ ته ڪو مڌ پيالو پيتو هجيس. ڄڻ مڌ پيئڻ ڪانپوءِ هلڪي سرور هيٺ ڪٽڪ جي آنين تي

بينل فصل جي سائي کيت مان گذريو هجي، ۽ ڪٽڪ جي سنگن مان اٿندڙ پيني پيني خوشبو کيس مدهوش بنائي رهي هجي. اُن ڏينهن شايد علي تي قسمت جي ديوي مهربان هئي، جو ڪنول، عليءَ سان تصوير جي پس منظر تي ڳالهايو ۽ پوءِ علي پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي جا سارا بند پيچي، کيس متاثر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي- جنهن ۾ هو ڪامياب ويو هو. ڪنول آرٽ جي شاگرداڻي هئي ۽ علي آرٽسٽ هو، جنهن ڪري بنهي کي آرٽ تي ڳالهائيندي ڏاڍو لطف آيو ۽ پوءِ هفتي ۾ هڪ ڏينهن علي ۽ ڪنول سنڌالاجي ۾ ضرور ملندا هئا.

عليءَ جي بي رنگ زندگيءَ ۾ سونهن جا ۽ محبت جا رنگ پرجڻ لڳا هئا. عليءَ انهن ڏينهن ۾ جيڪي تصويرون ناهيون هيون، انهن م اڳ ڪڏهن بہ اهڙو رنگ نہ پريو هئائين. سندس آرٽ ۾ نئون نکار ۽ نئون رنگ آيو هو، هڪ ڏينهن هن ڪنول کي پنهنجو فن ڏيکارڻ جي پيش ڪش ڪئي ۽ ڪنول اها قبول ڪئي. علي جڏهن ڪنول کي پنهنجي اسٽوڊيو نما گهر وٺي آيو تہ هن کي لڳو ،چڻ هن ساري ڪائنات فتح ڪري ورتي هجي- علي پنهنجي فن پارن ڏيکارڻ کان پوءِ ڪنول کان ان تي راءِ ورتي تہ ڪنول چيو:

”علي !اتنهنجي تصويرن ۾ ڪائنات جي سونهن جا سارا رنگ پريل آهن، پر انهن ۾ زندگيءَ جي حقيقتن ۽ تلخين جا رنگ اڃا تو نہ پريا آهن“. علي چيو ”ڪنول هن ڪائنات ۾ سونهن جي رنگن کان سواءِ بيو رکيو بہ ڇاهي، سونهن جي ڪري ئي تہ ڪائنات ۾ زندگي آهي، ۽ سونهن آرٽ جي وجود جو حصو آهي، سونهن کانسواءِ آرٽ جو تصور ئي ناممڪن آهي.“

ڪنول چيو ”علي“ سونهن جا رنگ رُتن جا محتاج هوندا آهن. بهارن ۾ ٽڙيل ريٽا گلاب ۽ ساوا پن، ماڻهن جو من موهي وجهندا آهن پر جڏهن پن ڇڻ رت ايندي آهي، تہ پوءِ انهن رنگن جي ريٽجڻ ڪري دلين جا ڪاڪ محل ٽٽي پوندا آهن. هي تصوير جا تو ناهي آهي،

جنهن ۾ سنڌوءَ ۾ ٿيي هٽنڊڙ سج ڏيکاريو اٿئي، لهنڊڙ سج جا هي جي ڳاڙهسرا رنگ آهن انهن ۾ ان ڏينهن تي قتل ٿيل آشائن، اُميدن جي رت جا ڇنڊا آهن، هن ٻارنهن ڪلاڪن جي سج ۾ ڪنهن هاري پنهنجو رتو رت ڏئي ڌرتيءَ جي سيني ۾ ڪي سونا سنگ پوکيا هوندا، پر ان کي اڳتي ڇا ملندو، تنهن جي کيس بہ خبر ڪانهي، هن ڏينهن ۾ ڪنهن پورهيت پنهنجي پگهر ڦڙي مان ڪيل ڪمائيءَ جو اڌ ڪنهن پيٽي سيٺ جي قرض چڪائيءَ ۾ ڏنو هوندو. هن ڏينهن ۾ ڪو ڳيرو باغي نوجوان پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ وڙهندي رت ۾ ريٽو ٿيو هوندو ۽ سندس تصور ۾ آزادي جي خواب سان گڏ پنهنجي محبوبا جي مينديءَ رتڙن هٿن کي آخري ڇمي ڏين جي خواهش پڻ جاڳي هوندي. علي! افق تي ڦهليل انهيءَ ڳاڙهسري رنگ ۾ شايد اُن ماءُ جا ڳوڙها بہ هجن، جنهن جو ڳيرو پٽ بي سبب ٿياس تي ٽنگيو ويو هجي. شايد ان سهاڳڻ جي سينڌ جي سينڌور جو رنگ بہ هجي، جنهن جو ور گهر ورڻ ٻاران واڳن جي وات ۾ ويو هليو هجي ها! شايد ان معصوم ٻار جي ڳاڙهن ڳلن جو رنگ بہ هجي، جيڪو پنهنجي پيءُ جي اوسيئڙي ۾ هوندو تہ جاڻ ٿو بابا مون لاءِ رانديڪا آڻي."

"بس ڪنول، خدا جي واسطي وڌيڪ نہ ڳالهاءِ"، علي جي اکين ۾ لڙڪن جي آلاڻ هئي.

آئون سمجهي ويس تہ رنگ نہ صرف ڪائنات جي سونهن آهن، پر انهن ۾ سچ جي ساک بہ آهي. اڄ کان پوءِ آئون سونهن سان گڏ سچ جا رنگ بہ چٽيندس، تہ جيئن منهنجو فن، سچ ۽ سونهن ۾ سرجي امرتا پائي!"

۽ پوءِ عليءَ جي فن ۾ سونهن سان گڏ سچ بہ اچي ويو. عليءَ پنهنجي فن پارن ۾ معاشري جي اوڻاين جا عڪس چٽڻ شروع ڪيا. دنيا جو دستور آهي تہ سچ سدائين سولي تي چاڙهيو ويو آهي. سو عليءَ تي عتاب نازل ٿيو سندس هڪ تصوير جنهن ۾ هن انگ اگهاڙن،

پيٽ بکين ۽ غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيل مجبور مائهن جا عڪس چٽيا هئا. قابل اعتراض نهرائي وئي ۽ ڪيس ملڪ دشمني ۽ بغاوت جي ڪيس ۾ گرفتار ڪيو ويو. عليءَ تي تشدد جي انتها ڪئي وئي. ڪيس هر طرح جون عقوبتون ڏئي چيو ويو ته ان تصوير کان لا تعلقيءَ جو اعلان ڪري- پر عليءَ جو هڪ ئي جواب هو ته:

"جي تون پهڻ پٻ جو ته لڳ منهنجا لوهه"

پر عليءَ تي اوچتو هڪ نفسياتي حربو هلايو ويو، عليءَ کي چيو ويو، "جي تون پنهنجي محبت مائڻ چاهين ٿو ته پوءِ توکي ائين ڪرڻو پوندو، جيئن اسان چئون ٿا. ٻي صورت ۾ ڪنول کان هميشه لاءِ ڪٽجي ويندين- ۽ پوءِ زندگي پر انهيءَ زندان ۾ پيو هوندين." عليءَ پاڻ تي هر ستم سٺي ٿي سگهيو، پر هن نه ٿي چاهيو ته ڪنول جي خوابن جا شيش محل ٽٽن ۽ ڪنول ان ڪرچين کان زخمي ٿي، ساري زندگي تڙپندي رهي، سندس وهي وهه ٿئي- سو سچ، سونهن کان شڪست کاڌي. مقصد، محبت تان قربان ٿيو ۽ علي ٻاهر نڪتو. علي ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ ڪنول ڏانهن نياپو موڪليو ته آئون اچي ويو آهيان، پر ڪنول ڪانه آئي. ڪنول پاران ڪيس هڪ خط مليو. لکيو هو. "پيارا علي!..... تنهنجي وري اچڻ تي خوشي ٿيڻ فطري ڳالهه آهي، پر مون ان عليءَ کي چاهيو هو، جيڪو سونهن سان گڏ سچ جو پوڄاري هو، جو ته مون وٽ سچ کان سواءِ سونهن ۽ سونهن کان سواءِ سچ جو تصور آهي ئي ڪونه"!

تو سچ جا سونهري رنگ وڪڻي ڪوڪلي سونهن جا رنگ سموهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، سو سونهن ته ڪٿانئات ۾ تمام گهڻي آهي، توکي ڪٿي نه ڪٿي ملي پوندي ۽ آئون سچ جي ڳولا ۾ پن ڇڻ رت جو روپ ڌاري تنهنجي ڏيهه کان ڏور وڃان پئي!

فقط تنهنجي ڪنول"

عليءَ جي هٿ ۾ جهليل ڪاغذ جو ٽڪر، هوا جي جهوٽي تي هٿ مان ڇڏائجي اڏامي ويو.

# خوابن جا شيش محل

شهر کان ٻاهر نڪرڻ ڪانپوءِ بس جيئن ئي اسپيڊ ورتي تہ ڊرائيور بہ ٽيپ رڪارڊر تي سرمد سنڌي جي ڪيسٽ چاڙهي ۽ فرنٽ سيٽ تي ويٺل سارنگ جي ڪنن ۾ هي ڪلام گونجيو:

پنهنجا ڏسي ميل، هلي ويون هيل، ڳالهيون هر ڪنهن ڳوٺ ۾.

ڳوٺ جو نالو ٻڌندي ئي سارنگ جي سوچ هڪ ڇال ڪاڏو، ۽ سندس ذهن جي اسڪرين تي، ڳوٺ جي پرسان وهندڙ واهہ جو نظارو ابري آيو. واهہ جي ڪپ تي سائي سائي ڇپر، ۽ ڇپر مٿان پتر ول جا پيلا، ٽڙيل گل! جيڪي ڪيس تمام گهڻو وڻندا هئا. گل گڏ ڪري هو ٻاگوند جي جهول ۾ وجهندو هو، جيڪا کيس چوندي هئي، ”تہ چريا! گل ڌرتيءَ تي ئي سٺا لڳندا آهن، انهن کي ڇنبو ناهي، ڇاڪاڻ تہ مٽي گلن جي ماءُ هوندي آهي ۽ ڪنهن بہ ماءُ جي جهولي خالي ڪرڻ پاراتي مثل آهي. جي توکي پنهنجي ماءُ کان ڇني ڌار ڪجي تہ پوءِ؟!“، ”تہ پوءِ آئون مري ويندس“ سارنگ چوندو هو.

”ماءُ کانسواءِ جي تون مري ويندين، تہ پوءِ ڏس! مٽيءَ کان جدا ٿي هي گل بہ مرجهائجي ويا آهن“ ۽ ائين چئي هو گلن جي ڀريل جهول واهہ جي پاڻيءَ ۾ اڇلائي ڇڏيندي هئي- ۽ سارنگ انهن گلن کي گم ٿيڻ تائين تڪيندو رهجي ويندو هو. گلن کي پٽڻ ۽ نہ پٽڻ تان روز سارنگ ۽ ٻاگوند رسندا ۽ پرچندا هئا- اها تہ هئي سندن پاراتي وٿي، پر اڄ جڏهن ٻاگوند تي بهارن ۾ ٽڙيل گل جيان، جوانيءَ جا رنگ اچي چڪا هوندا، ۽ سندس روپ، شام ويلي آڪاش جي ڇيڙي تي ٽڙندڙ شفق جيان لالي لڳائي هوندي تڏهن سندس مَن اندر ”سارنگ“ جي ياد

۽ هي بيت هرندو هوندو تہ:

سر نسريا پاند، اتر لڳا آءُ پرين!

مون تو ڪارڻ ڪانڌ! سهسين سڪائون ڪيون.

اوچتو بس کي بريڪ لڳي تہ سندس خوابن جا جڙيل شيش محل ٽٽي پيا- ۽ هن سامهون لڳل شيشي کان ٻاهر ڏٺو تہ ڪنهن شهر جو ڪو بس اسٽاپ هو. ماڻهن جي لهڻ ۽ چڙهڻ کانپوءِ بس وري روڊ تي ڊوڙڻ لڳي، تہ سندس ذهن ۾ هلندڙ فلم پروجيڪٽر چالو ٿيو، ۽ سندس ذهن جي اسڪرين تي وسريل وقت جا منظر ڊوڙڻ لڳا.

سارنگ جو ڳوٺ سڪر پرسان هو ۽ هن جو پيءُ ڳوٺ جو جهونو هاري هو، سندن زمين ٽڪر ۽ ڍڳن جو جوڙو پنهنجو هو. ڳوٺ ۾ ماني مڇي وارا سڏبا هئا. سارنگ جو پيءُ پاڻ تہ اڻ پڙهيل هو، پر کيس پٽ کي پڙهائڻ جو تمام گهڻو شوق هو، جنهن ڪري هن سارنگ تي پڙهڻ لاءِ زور پريو. سارنگ کي پاڻ بہ پڙهڻ سان چاهہ هوندو هو، جنهن ڪري هن ميٽرڪ ۾ پوزيشن ڪنئي ۽ جڏهن انٽر بايولاجيءَ ۾ پوري ملڪ اندر پهريون نمبر آيو تہ کيس گورنمينٽ گولڊ ميڊل ڏيڻ سان گڏ فارين اسڪالرشپ جي پيش ڪش بہ ڪئي.

پهرين تہ مائٽن نہ ٿي ڇڏيس پر پوءِ سندس شوق ڏسي اجازت مليس، ۽ اڄ هو ٻن سالن کانپوءِ پندرنهن ڏينهن جي موڪل تي، مائٽن کي ٻنان اطلاع ڪرڻ جي ڳوٺ وڃي رهيو هو. ڳوٺ ۾ سندس من جي راڻي ياڳوند هئي، جنهن سان هن واهہ جي ڪپ تي ٻالڪ پڻ ۾ ڪيتريون ئي رانديون ڪيون هيون، ڳوٺ ۾ سندس ماءُ هئي جنهن جي دعائن جي نتيجي ۾ اڄ هو ڪامياب هو، پر انهن سڀني شين کان وڌيڪ سندس لاءِ مقدس شيءِ پنهنجي ڌرتيءَ جي مٽي هئي، جنهن کان هو ٻہ سال جلاوطن رهيو هو. هن سوچي ڇڏيو هو تہ بس مان لهڻ کانپوءِ پهرين

واھ جي ڪپر تان مٽيءَ جي مٺ ڀري ڏرتي جي پاڪ پٽيءَ کي چمندو ۽ پوءِ پنھنجي ماءُ کي پيرين پوندو ۽ پوءِ پنھنجي پريت رائي "پاڳوند" جا مينديءَ رتا ھٿ چمندو، جن ۾ ڪٿن پيرن جي خوشبو ۽ رس ڀريل انگورن جو ذائقو ھوندو.

اوچتو وري بس کي بريڪ لڳي ۽ سندس من جي تاجي پيتي تي اٽيل سندر سپنا وکري ويا. سارنگ چرڪ ڀري ٻاھر ڏٺو سندس ڳوٺ جو اسٽاپ ھو. بس مان ھيٺ لٿو تہ کيس فضا ۾ عجيب اداسي محسوس ٿي- ۽ جڏھن ھو پڪو رستو طئي ڪري واھ جي ڪپ تي ويندڙ چاري تي پھتو تڏھن مٽيءَ کي مٺ ۾ ڀري جڏھن ھن چمي ڏني تڏھن کيس ائين لڳو ڄڻ ڌرتيءَ جي مٽيءَ ۾ سندر سندر خوشبو بجاءِ رت ۽ بارود جي بوءِ ھجي، پر ھن ان کي ٻن سالن جي وڇوڙي واري اجنبيت سمجھي نظر انداز ڪيو، ۽ سيٽيءَ جي ڌن تي علڻ فقير جو چيل ھي ڪلام جھونگاريندو ڳوٺ ڏانھن وڌيو:

ٿڙي پوندا ٽارئين- جڏھن ڳاڙھا گل! تڏھن ملنداسين.

سارنگ واھ وارو پيچرو اورانگھي جڏھن ڳوٺ ڏانھن ويندڙ موريءَ وٽ پھتو- تہ سندس اکيون جھنگلي ڪنڊين ۽ سرن جي ٻوڙن تان ٿينديون وڃي ڪنڊي دار لوھي تارن سان اٽڪيون! سندس استقبال، کيتن ۾ لھلائيندڙ ڪڻڪ جي سنگن بدران فوجي سنگينن ڪيو. کيس ڳوٺائن جي جھوپن ۾ ٽمڪندڙ ڏيئن ۽ بتين بدران فوجي خيمن ۾ ٻرندڙ پيٽرومڪس جا گولا نظر آيا، جن جي روشنيءَ کيس ذري گھٽ انڌو ڪري وڌو ھو. سارنگ کي ائين لڳو ڄڻ ھو ڪنھن دشمن ملڪ جي سرحد تي پھچي ويو ھجي!

اڙي ھي ڇا! ھيڏي ساري وسيل ڳوٺ بدران ھي فوجين جو قافلو ڪٿان آيو! يا ڪٿي آئون غلط تہ نہ آيو آھيان! يا شايد ڪو خواب تہ نہ پيو ڏسان! ھن پاڻ کي چھنڊي پائي ڏٺو، سور جي احساس

ڪيس يقين ڏياريو تہ سندس ساوَن ڪيتن ۽ وسيل ڳوٺ جي جاءِ تي هي نئون فوجين جو شهر بڻجي رهيو هو.

هو اچا حيرت ۾ هو تہ ڪيس پريان هڪ جهونو لٺ جي ٽيڪ تي ويندي نظر آيو. هن ڊوڙ پائي وڃي ڪيس جهليو تہ ڏنائين اهو همراهہ سندس پيءُ جو پڳ مٽ يار ،چاچو موسو هو. چاچي ڪيس پاڪر ۾ پرڻ ڪانپوءِ چيو "جي مون کي خدا نہ ڀلائي تہ تون "خيري" جو پٽ "سارنگ" آهين، پر تون تہ ولايت ويو هئين پڙهڻ. هتي ڪيئن پيو نظر اچين"! "چاچا مان اڄ ۽ هينئر هينئر پيو اچان ۽ ڳوٺ وارن کي ان ڪري ڪونہ ٻڌايم تہ اوچتو اچي ڪين حيران ۽ خوش ڪيان، پر هي ڇا؟! چاچا هتي تہ نقشو ئي مٽيو پيو آهي، پنهنجا فصل ڪيڏانهن ويا؟ گهر ڪيڏانهن ويا؟ هيڏو سارو وسيل ڳوٺ ۽ ان جي جاءِ تي هي فوجي ڇانوڻي ڪٿان آئي!" يڪ ساهي سارنگ سڀ سوال ڪري ويو. "بس ابا ڳالهہ ئي نہ پڇ تنهنجي وڃي ڪانپوءِ اسان تي ۽ هن ڌرتيءَ تي جيڪي ويل وهيا آهن ۽ جيڪي ڇاڇا ٿيا آهن، انهن جو ڪو حساب ئي ڪونهي. تو واري پيءُ توکي رڳو ان ڪري خط ۾ اهو احوال نہ ٿي لکيو تہ متان تنهنجي ذهن تي ڪو اثر پوي ۽ تون پنهنجي پڙهائي جاري نہ رکي سگهين- پر هاڻ هي سڀ ڪجهہ پنهنجي اکين سان ڏس—!".

پنهنجو جيڪو وسيل ڳوٺ هو ۽ پنهنجي جيڪا زرخيز زمين هئي، سا سرڪار ضبط ڪري هتي فوجي ڇانوڻي ٺاهڻ جو پروگرام رٿيو آهي. ڳوٺ وارن کي هن زمين جي بدلي ۾ هتان کان چار ميل پري سڪل ۽ پوٺي واري زمين الاٽ ڪئي اٿن تہ جيئن نئون ڳوٺ ٻڌن- ۽ پنهنجو ڳوٺ هاڻ اوڏانهن منتقل ٿي ويو آهي." اهو چئي چاچي موسي جي اکين ۾ جڻ تہ ساوڻيءَ جو مينهن لهي پيو ۽ سندس ڳلن تان ڳوڙهن جون لارون لهي پيون. "ابا! اڳ ڪڏهن بہ ڪونہ ٻڌوسين تہ ڪو

وسيل ڳوٺن ۽ زرخيز زمينن تي تڙيل گلابن ۽ مينديءَ رچيل مٽيءَ جي خوشبوءِ ختم ڪري ان جي جاءِ تي ميزائلن، ٽينڪن ۽ بارود جو فصل پوکيو ويو هجي! هاءِ هاءِ..... ابا! پاڻ ڌرتيءَ جا وارث هوندي به بي وس لاچار ۽ جلاوطن آهيون." آهستي آهستي چاچي جو آواز سڏڪن ۾ ٻڏڻ لڳو ۽ سارنگ کي ائين لڳو ته ڄڻ هو وري ست سمنڊ پار پنهنجي ڌرتي کان پري جلاوطنيءَ جي زندگيءَ ۾ پهچي ويو هجي. سندس ذهن تي سٽون ابري آيون:

پنڇي پنهنجو ڏيهه ڇڏي. جيئن ڪو پکيئڙو منجهه گگن،
نه جنهن جو ڪوئي آهيرو، نه آشيانو ۽ چمن،
مان به پنهنجي ديس ۾، آهيان اڪيلو اوپرو،
جلاوطن جلاوطن جلاوطن.......
مان ڪيئن رهان جلاوطن!

# ماما پوپٽ

سچ سچي ڏينهن جي سفر ڪانپوءِ ڪنهن ٿڪل مسافر جيان پاڻ ڪي رات جي پاڪر ۾ اڇلايو ته، آئون به حسب معمول، حسين آباد (گدو) جي چونڪ واري دلبر هوٽل جي ڇت تي چانهه جي چسڪي وٺڻ خاطر، ۽ خاص ڪري پنهنجي پاڙي ۾ آيل هڪ اڌ چريئي ماڻهوءَ جو تماشو ڏسڻ خاطر . اڌ چريو ان ڪري ته هونئن ته هو سچو ڏينهن نارمل ماڻهن جيان گذاريندو هو، پر واهيري جي ويل ٿيڻ وقت پاڻ سان گڏ ٻارن جو جلوس ڪڍي، جلوس ان ڪري جو اڳيان اڳيان هو پاڻ هوندو ۽ سندس پويان ٻارن جو ميڙ "ماما پوپٽ زنده آباد"، "جيوي جيوي ماما پوپٽ جيوي....." ۽ اهڙي قسم جا ٻيا نعرا هڻندا ڪوٺڙي پل پرسان سنڌوءَ ڪناري ٺهيل پارڪ ۾ وڃي، پوپٽن جي پويان ڊوڙندا هئا. ماما پوپٽ تيستائين سک جو ساهه نه کڻندو هو. جيستائين هر هڪ ٻار جي هٿ ۾ هڪ هڪ پوپٽ نه اچي.

رنگ برنگي پوپٽ ۽ معصوم ٻار شايد سندس ڪمزوري هئا. خاص ڪري ٻارن ۾ ته ڄڻ سندس ساهه هوندو هو! ڪڏهن ڪڏهن ٻارن سان پيار، کيس ڳچيءَ ۾ به پئجي ويندو هو. جيئن ڪجهه ڏينهن اڳ پاڙي جا ٻار روڊ تي ڪرڪيٽ کيڏي رهيا هئا. ته اوچتو اتان صوبيدار غلام رسول ڪار ۾ اچي مَتيو. ڪرڪيٽ کيڏندڙ ٻارن جو بال، سندس ڪار جي بيڪ لائيٽ کي لڳو ۽ ان جو شيشو ٽٽي پيو. صوبيدار صاحب به ڪار کي روڪي ، پنهنجي روايتي پوليس وارن جي ذهنيت جو مظاهرو ڪندي ٻارن کي هڪ ٻه چماٽون وهائي ڪڍيون. اتفاق سان ماما پوپٽ سڀ ڪجهه ڏسي رهيو هو. هن به دير ئي نه ڪئي. ڪٿي به

اڌڙ سرن جا اڇي ڪار ڪي ورتائين- نہ رڳو اڳيون پويون لائيٽون پر ڪار جو ونڊ اسڪرين ۽ پويان لڳل شيشو بہ ڀڄي، وڃي ٺهڪ ڏيڻ لڳو. پوءِ ويچارو ٽي ڏينهن ٺاٺي ۾ ٽنگيو پيو هو. پاڙي وارن چندو ڪري صوبيدار کي نہ صرف سندس ڪار جو ٿيل نقصان پري ڏنو، پر بہ ٽي هزار ڏئي مس مس وڃي ماما پوپٽ کي پوليس جي موچڙن مان جند ڇڏائي.

ماما پوپٽ جڏهن کان پاڙي ۾ نئون نئون آيو هو تڏهن سڀ ڪيس ٻارن کي اغوا ڪرڻ وارو سمجهندا هئا- پر سندس هڪ حرڪت ڪانپوءِ ڪيس چرئي هجڻ جو سرٽيفڪيٽ ڏئي ڇڏيائون. ٿيو ائين جو هڪ پيري پارڪ ۾ ننڍڙي ببلي پنهنجي وڏي ڀاءُ سان گڏ پوپٽ پويان ڊوڙي رهي هئي، ۽ پوپٽ پڪڙڻ ڪانپوءِ ڊوڙندي چئي رهي هئي تہ "ادا ڏس! مون ڪهڙو نہ پيارو پوپٽ پڪڙيو آهي! گلابي گلابي پرن وارو سهڻو پوپٽ!" اڃان ببلي جي ڳالهہ پوري بہ نہ ٿي تہ خبر ناهي، ماما پوپٽ کي ڪهڙو جنون چڙهيو جو هن ڊوڙ پائي ببليءَ کان پوپٽ کسيو، ۽ ببليءَ کي پنهنجن ڪلهن تي کڻي وٺي ڀڳو. پارڪ ۾ ويٺل ماڻهو سندس پويان لڳا. پر هو ساوڻ جي مينهن واءُ جيان واچوڙا اڏائيندو گم ٿي ويو. سڄي پاڙي ۾، ويندي ريڊيو ۽ پوليس ٿائين اعلان ٿي ويا تہ هڪ چريو ماڻهو ستن سالن جي معصوم نينگري اغوا ڪري ڀڳو آهي، ڪنهن کي بہ هٿ اچي تہ پوليس جي حوالي ڪيو وڃي. ببليءَ جي گهر ۾ جڻ ڪهرام متل هو، تہ اوچتو گهر ٻاهران گوڙ ٿيو ببلي اچي وئي. ببلي اچي وئي.

سيئي ماڻهو ببلي ڏانهن ڊوڙيا، ببلي ماڻهن جي انبوهہ کي ڏسي حيران ٿي وئي. سندس هٿن ۾ ٽافين جي پيڪيٽ سان گڏ بہ ٽي چاٻين وارا رانديڪا بہ هئا. ۽ هو پنهنجي معصوم آواز ۾ چئي رهي هئي، "ماما پوپٽ ڏاڍو سٺو آهي. مونکي شهر گهمائڻ سان گڏ

راند،يڪا وٺي ڏنا اٿئين" ۽ ان ڏينهن کانپوءِ ماما پوپٽ ۽ ببلي جي دوستي پڪي ٿي وئي.

اهڙيءَ طرح ببلي جي معرفت پاڙي جا ٻيا ٻار به مامي کان مانوس ٿي ويا. هاڻ روز شام جو ماما پوپٽ جلوس جي صورت ۾ ٻارن کي ساڻ ڪري سنڌوءَ ڪناري نهيل پارڪ ۾ ماحول تي رات جي ڪاري چادر وڇائڻ تائين پوپٽن پويان ڊوڙندو هو ۽ آئون به اهو مزو ڏسڻ خاطر هوٽل جي ڇت مٿان ويهندو هوس ۽ ان ڳولا ۾ به هوندو هوس، ته ڪو اهڙو شخص ملي. يا وجهه وٺي مامي کي ئي ڪولي وجهان ته جيئن سندس، ماضيءَ جي ڪا پروڙ پوي. اڄ به معمول جيان هوٽل تي ويٺو هئس ته اتفاق سان منهنجو دوست سارنگ اچي نڪتو. ڪيس سڏ ڪري مٿي ويهاريم، ۽ روايت موجب خوش خيرعافيت پڇڻ وارو هئس، جو منهنجي ڪنن تي ٻارن جو شور پيو، "ماما پوپٽ ڪنهن جو آ؟ اسان سيني جو آ. ماما پوپٽ زنده آباد، جيوي جيوي ماما پوپٽ جيوي....."

ماما پوپٽ تي نظر پوندي ئي سارنگ کان دانهن نڪري وئي، "اڙي هي ته مون وارو اڳوڻو پاڙيسري ملوڪ آهي! پر هن پنهنجا ڪهڙا حال ڪيا آهن! هيترا سارا ٻار ڪٿان آندا اٿئين!؟؟ ٻه ٽي مهينا اڳ ته هي اسپتال ۾ داخل هو......"

"اڙي واقعي سارنگ...... تون هن کي سڃاڻين ٿو؟" بي تابيءَ مان سارنگ جي ڳالهه اڌ ۾ ڪٽيم.

"چو نه يار! آخر مون هن سان گڏ سڄا سارا ڏهه سال گذاريا آهن" سارنگ چيو.

"بس پوءِ ته ليءِ تي وئي ٿيو ڇا! توکي يقينن ماما پوپٽ جي ماضيءَ جي خبر هوندي ته هي ڪير هو؟ ڇا ڪندو هو؟ وغيره" منهنجي سوالن جي پرمار ڏسي سارنگ حيرت زده ٿي ويو ۽ نيٺ منهنجي اسرار

تي هن ماما پوپٽ جي ماضي بابت انڪشاف ڪرڻ شروع ڪيو:

ماما پوپٽ جو مائٽاڻو نالو ملوڪ آهي ۽ هو حيدرآباد ضلع جي ئي هڪ ڳوٺ جو رهواسي آهي. سندس پيءُ هارپو ڪندو هو. پيءُ جو اڪيلو پٽ هجڻ سبب سندس پيءُ نہ ٿي چاهيو تہ ملوڪ بہ سندس جيان وڏيرن جو پورهيو ڪري ۽ هاري ٿئي. ان لاءِ هن پٽ کي پڙهائڻ جو فيصلو ڪيو، ۽ هن اهو بہ محسوس ڪيو تہ متان وڏيرا سندس پٽ جي پڙهڻ تي اعتراض ڪن، ان لاءِ هن پنهنجي پٽ کي پنهنجي پڳ مٽ يار ساوڻ وٽ شهر ۾ پڙهڻ لاءِ ڇڏيو. ساوڻ حيدرآباد جي هڪ فيڪٽريءَ ۾ فورمين جو ڪم ڪندو هو ۽ فيڪٽري جي ئي هڪ ڪوارٽر ۾ پنهنجي ڌيءَ مومل ۽ زال سان گڏ رهندو هو. ملوڪ اڃا مئٽرڪ مس پاس ڪئي تہ رات جو پاڻي ورائيندي هن جو پيءُ نانگ جي زهر جو شڪار بڻيو. ملوڪ جي ماءُ تہ اڳ ئي لاڏاڻو ڪري چڪي هئي ۽ سندس آخري سهارو پيءُ بہ، جيون جي بي وفائي ڪري سائس وفا نہ ڪري سگهيو. جڏهن ملوڪ جيون جي هن رڻ ۾ اڪيلو، حيران پريشان ڪنهن هراسيل هرڻ جيان ڪائي ڇپر ۽ ڇانو ڳولي رهيو هو، تہ وري بہ مٿس ساوڻ ئي ڪڪر-ڇانو بڻيو، ۽ کيس پنهنجي گهر رهايائين. ساوڻ ڪانپوءِ جي مٿس ڪنهن مهر ڪئي، تہ اها هئي مومل! مومل، جنهن سندس زخمي جگر تي پنهنجي پيار جا پها رکيا. مومل جي همدردي ۽ پيار سندس حوصلا وڌايا ۽ هو وري جيون جي جانده ۾ نئين سري کان پنهنجي سفر تي اُسهيو- ۽ جڏهن هن انجنيئرنگ جي ڊگري حاصل ڪئي تہ انعام طور نہ صرف گولڊ ميڊل مليو، پر ان سان گڏ ساوڻ، مومل جو هٿ بہ هميشه همشه جي لاءِ ملوڪ جي هٿ ۾ ڏيئي ڇڏيو. سچ تہ کيس پنهنجي پاڻ تي رشڪ اچڻ لڳو. هڪ هٿ ۾ انجنيئرنگ جي ڊگري ۽ ٻئي هٿ ۾ مومل جا ميندي رتا هٿ!

هن کي هاڻ زندگيءَ کان ڪابه شڪايت نه رهي هئي. سچ ته سندس تتل واريءَ جهڙو جيون، ڄڻ يڪايڪ باغِ ارم بڻجي پيو هجي! پر اوچتو ساوڻ کي اچي سلهه جي مرض ورتو جيڪو ساوڻ جهڙي مل مزدور جو مقدر هوندو آهي. ساوڻ جي جيون کي سلهه، وڻ ويڙهيءَ جيان ويڙهي وئي ۽ نيٺ هڪ ڏينهن ساوڻ جي سرير مان ست ڇڏائجي ويو. سندس ٻي جان ٻوتي کي مٽين مٿي هيٺان دفنايو ويو. ساوڻ جي موت ڪانپوءِ ملوڪ نوڪريءَ جي پويان ڊڪ ڊڙ ڪئي ۽ نيٺ زال جا زيور وڪڻي، رشوت ڏيڻ ڪانپوءِ کيس سرويئر جي پوسٽ ملي وئي ۽ ملوڪ ان کي به نعمت سمجهي نوڪري کي لڳي ويو. مومل سان شاديءَ کي ٻه ٽي سال گذري ويا هئا. هاڻ هر پل سندس ڪن، ڪا ٻاتي ٻولي ٻڌڻ لاءِ آتا هئا. پيرن فقيرن جي درگاهن تي حاضري ڀرڻ سان گڏ ويڄن ۽ طبيبن جا در به کڙڪايائين، نيٺ قُدرت وچي فرق ڪيو ۽ کيس خوشخبري ملي ته سندس گهر جي پڌر تي ڇاڻ ڪ مهمان آيو، اٺ نوَ مهينا ڄڻ ته اک ڇنڀ ۾ گذري ويا ۽ نيٺ وقت جي اُها ڪڙي گهڙي به اچي پهتي، جڏهن نينگريءَ خوشبخريءَ سان گڏ ڊاڪٽر جا لفظ سندس ڪنن تي هٿوڙا ٻڻجڻ لڳا، "افسوس ملوڪ صاحب! توهان جي بيگم ٻيهر ماءُ بڻجي نه سگهندي". پر ملوڪ لاءِ اهائي وڏي ڳالهه هئي ته اڄ سندس سالن جي سانڊيل خواهش پوري ٿي هئي. هن هونئن ته پنهنجي ڌيءَ جو نالو "بختاور" رکيو هو، پر مومل جي زور ڀرڻ تي پيار مان "سپي" ڪري ڪوٺيندو هئس. "سپي" سان راند ڪندي، کيس کلائيندي، ست سال پر ڪري اڏامي ويا. انهن ستن سالن ۾ ملڪ ۾ الائي ڇا ڇا نه ٿيو. ملڪ ۾ يارنهن سالا مارشل لا ڪانپوءِ لولي لنگڙي جمهوريت بحال ٿي. حيدرآباد شهر جيڪو ڪنهن دور ۾ سنڌ جو پئرس سڏبو هو، هاڻ سندس گهٽين ۾ رت بارود ۽ پان جي پڪن جي

بدبوءِ کانسواءِ ٻيو ڪجھ بہ نہ ھو ۽ جي ھٽ ڪجھ عرصو اڳ پناہ گير ٿي پھتا ھئا، سي اڄ ڦورو ٻڌجي اصل ڌرتين کي پناہ گير ٿيڻ تي مجبور ڪري رھيا ھئا، پر ملوڪ پنھنجي دنيا ۾ مست، روز شام جو سپيءَ کي ساڻ ڪري، گھر ڀرسان جڙيل پارڪ ۾ وڃي ويھندو ھو. جتي سندس سپي، رنگ برنگي پوپٽن جي پويان ڊوڙندي ھئي ۽ جڏھن بہ ڪو پوپٽ سندس ھٿن جي پڇري ۾ ڦاسندو ھو، تہ پري کان ئي ڊوڙندي ايندي ھئي، بابا ڏسو..... مون پوپٽ پڪڙيو آھي، گلابي پوپٽ........"

ائين ھو حسب معمول پارڪ ۾ ويٺو ھو. رت ٻڏل سج، پنھنجا زخم ڌوئڻ لاءِ سنڌوءَ ۾ ٽٻي ھڻي رھيو ھو تہ پريان سپي رڙ ڪئي "بابا ڏسو..... مون پوپٽ پڪڙيو آھي، گلابي پوپٽ ۽ ھا! گلابي پرن جي مٿان اڇا اڇا ڪارا ڪارا ٽبڪا بہ اٿس...." ھُو پوپٽ کنيو پيءُ ڏانھن ڊوڙندي پئي آئي تہ اوچتو فضا ۾ ڪلاشنڪوف جا برسٽ ھليا. پوپٽ کي ڦاسائيندڙ سپي پاڻ موت جي ڪارن چنبن ۾ قيد ٿي وئي، ۽ ملوڪ بہ زخمي حالت ۾ مٿس ڪري پيو. ڀرسان گذرندڙ ڪاري رنگ جي نَدا اڪارڊ دونھون اڏائيندي شھر جي اونداھين گھٽين ۾ گم ٿي وئي. ملوڪ کي جڏھن ھوش آيو تہ ھن پاڻ کي سول اسپتال جي جنرل وارڊ جي فرش تي ليٽيل ڏٺو. ڊاڪٽر مٿس بيٺا ھئا. ھوش ۾ اچڻ کانپوءِ سندس واتان جيڪي پھريان لفظ نڪتا، سي ھئا پوپٽ....... سپي........" ھفتي کن جي علاج کانپوءِ جڏھن ڊاڪٽرن کيس نارمل ڏٺو تہ ٻڌايائونس، تہ شھر جي گھٽين ۾ نامعلوم ماڻھن ڪارن ۾ چڙھي فائرنگ ڪئي ھئي، جنھن جي نتيجي ۾ ڪيترائي بي گناھ ماريا ويا آھن ۽ جنھن مھل کيس زخمي سپيءَ جي لاش ايمبولينس ذريعي اسپتال آندو پئي ويو تہ عين ان وقت ڪجھ دھشت گردن ھن جي گھر تي حملو ڪيو ۽ ان حملي ۾ سندس زال کي ماريو

ويو، جڏهن ته سندس گهر به ساڙيو ويو آهي،

جڏهن ڪيس مرده خاني ۾ سپي ۽ مومل جا لاش ڏيکاريا ويا ته هو چرين جيان ڊوڙندو وڃي سپيءَ جي لاش مٿان ڪريو، جنهن جي هڪ هٿ جي مُٺ اڌ ڪليل اڌ بند ٿيل هئي، جنهن ۾ رنگ برنگي پوپٽ قيد هجڻ سبب دم ٽوڙي چڪو هو، اوچتو خبر ناهي ته ملوڪ کي ڇا ٿيو ۽ هو بي هوش ٿي ويو ۽ جڏهن به هو هوش ۾ ٿي آيو ته سندس واتان ٻه لفظ ٿي نڪتا سپي.... پوپٽ...... ۽ اهڙي طرح ڪيس دماغي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو ۽سپي ۽ مومل جي لاشن کي لاوارثدفنايو ويو. ڏيڍ سال ڪانپوءِ ملوڪ وري نارمل ٿيو ته دماغي اسپتال وارن ڪيس دهشتگردن هٿان متاثر ٿيل ماڻهن جي لاءِ ڪيمپ هلائيندڙن حوالي ڪيو.

ماما پوپٽ زنده اباد ماما پوپٽ ڪنهن جو آ؟ اسان سڀني جو آ. جي نعرن مونکي ۽ سارنگ کي ڇرڪائي وڌو، اسان ڏنو ته ماما پوپٽ پنهنجي لشڪر سان گڏ.پارڪ مان واپس وريو هو. منهنجي ۽ سارنگ جي اڳيان رکيل چانهه ٿڌي ٿي چڪي هئي، جيڪا خبر ناهي بيرو ڪنهن مهل رکي ويو هو.

# سونهن - سچ ۽ صليب

آئون ڇا لکان؟! بيزاريءَ مان قلم کي ٿو اڇلي ڪاغذ تي، هن جون نظرون ڪوري ڪاغذ تان هٽي ٿيون وڃن. نه چاهڻ جي باوجود به هن جون نظرون ڪڇن ٿيون پٽ ڏانهن، جتي لٽڪيل آهي هڪ پراڻي فريم ۾ جڪڙيل تصوير، جيڪا پيش ڪري ٿي، ڪنهن ديو مالائي ڪهاڻيءَ جو منظر، جنهن ۾ ڏيکاريل آهي، زنجيرن ۾ جڪڙيل ڪائي عورت، جنهن جي جهولي ۾ آهي ڪو معصوم ٻار! عورت جي چهري تي بيبي مريم جهڙي مقدس معصوميت جو پاڇو آهي ۽ ٻار جي چهري تي ابن مريم جي صليب تي چڙهڻ وقت پُرسڪون مرڪ ۽ ان سان گڏ ٻنهي جي اکين ۾ آهن ايندڙ وقت جي اذيتن ۽ خوف جا پرڇا نوا- سندن زنجيرن ۾ جڪڙيل وجود مٿان لامارڙڏئي رهيا آهن، ڪي ڪارا ڳجهه ۽ ٻيا گوشت خور پکي، سندن جسم جو ماس ڪائڻ لاءِ-!

هن جون نظرون وري موٽ ٿيون ڪائڻ، ٽيبل تي پيل ڪاغذ ۽ قلم ڏانهن- ها، مون کي هاڻ ڪجهه لکڻ گهرجي ـ ۽ نب جي نوڪ ڪاغذ تي رکي ڪجهه لکڻ ٿو چاهي. پٽ تي لڳل تصوير اوچتو ڦٿڪي ٿي، هو ڇرڪ ڀري تصوير کي ٿو ڏسي.

شايد هوا جو ڪو جهوٽو هوـ ۽ وري ساڳو شروع ٿئي ٿو، سوچن جو سلسلو پر مون کي ڇا لکڻ گهرجي؟! جڏهن ته ڪمنٽمنٽ جي ذميواري مون کي قبول ناهي، غير جانبدار ٿي لکڻ چاهيان ٿو، مون اديب جو ڇا وڃي سياست ۾، سياست مائٽهن کي لاشن، رت، بارود ۽ نفرتن کانسواءِ ٻيو ڏنو به ڇاهي؟

ها! هاڻ مان لکندس، انهن ڳاڙهن ڳلن تي جن تي انڊلٺي رنگن جي پرهه ڦٽي پئي، هو لال لب، جيڪي اڻ ٽڙيل مکڙين جيان

پريت جي پوپٽ جي انتظار ۾ آهن ۽ انهن پيار وندبيندڙ پاٺياريـن تـي، جيڪـي پـرهـ ڦٽـي ويـل خـالي گهـڙا کڻـي پيـرن جـي پـازيـب ڇڻڪائيندي......

ڇڻ، ڇڻ جي آواز تي ڇرڪ ڀري ٿو. ڪاغذ تـي ڊوڙندڙ قلم کي اوچتو بريڪ لڳي ٿي ۽ هن جون نظرون وري پـوني ٿيـون سامهون واري ڀت تي لڳل تصوير تي. ڪيس لڳو ڇڻ پازيب جي جهنڪار بدلجي وئي هجي، زنجيرن جي ڪڙڪڻ جي آواز ۾- ۽ هن کي لڳو تـ ڇڻ هو پاڻ ابن مريم هجي، ۽ سندس وجود بـ سلهاڙيل هجي سنگهرن ۾، ۽ صليب تي ٽنگيـل سندس وجود مان پٽيندا هجن ماس ،سوين ڪارا ڳجهه ۽ گوشت خور پکي هن جو ساهه ٻوساٽجڻ لڳو، رت ۽ گوشت جي بدبوءِ ۾. آهه، آهه، مان واپس ٿو وٺان سونهن جي سراب تي لکيل ڪوڙا لفظ، حقيقي سونهن تـ سمايل آهي، سچ جي صليب تي چڙهڻ ۾! ۽ ڪاٽي ٿو ڇڏي اندلني ڳلن ۽ مڌيريل چپن تي لکيل ڪوڙا لفظ!

وري سندس سامهون اچي ٿو ساڳيو سوال تـ ڇا لکان؟ ۽ هو بي چين ٿي اٿي ٿو ۽ تصوير کي ڏسڻ ڪانسواءِ، اچي ٿو الماري ۾ لڳل قدآدم آئيني اڳيان. آئيني ۾ هن کي پنهنجي صورت مسخ ٿيل ۽ ماسڪس ۾ ويڙهيل نظر اچي ٿي. هو مختلف پاسا ۽ انداز ورائـي پنهنجي عڪس کي صحيح ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

مان ڇا ڪيان؟ مان ڇا ڪيان؟

هر طرف فريب، دوکو- دنيا، ماڻهو، آئون پاڻ سڀ فراڊ، سڀ ڪوڙ. پر اوچتو وري سندس نظر پوي ٿي زنجيرن ۾ جڪڙيل مقدس مريم ۽ سندس ٻار تي، صليب تـي چڙهندڙ ٻار جي پُرسکون مرڪ پائـي ٿو دنيا جي سڀ کان وڏي سونهن ۽ سچائي-؟ ۽ سندس من ۾ متل ماندائڻ مانو ٺيڻ لڳي ٿو ۽ پنهنجي منهن ڀڻڪي ٿو. ها!

هاڻ مان لکندس ،ضرور لکندس- ۽ اچي ٽو ٽيبل ڏانهن، ٽيبل تي پيل ڪورن ڪاغذن مٿان سندس قلم جي نوڪ مان لهن ٿا لفظن جا سفيد پنڇي!

هو پنهنجي سامهون ڦهليل ڪاغذن کي ڏسي ٿو ۽ ڪاغذن تي اڪريل آهن، لفظن جا چٽ جن مان ڦٽن پيا روشنيءَ جا ڪرڻا جيڪي انت آهن اونداهيءَ لاءِ..............!

هن کي لڳو، اهي روشنيءَ جا ڪرڻا پکڙجي ويا آهن، ساري ڪمري ۾ هن جون نظرون وري کڄن ٿيون، پٽ تي ٽنگيل تصوير ڏانهن- جتي سندس لفظن جي روشني پهچڻ سبب انڌا ٿي پيا هئا، سڀ ڪارا ڪوجها گوشت خور پکي ۽ پٽن پيا پاڻ ۾ هڪبئي جو ماس- ۽ زنجيرن ۾ جڪڙيل ابن مريم ۽ سندس مقدس ماءُ جو وجود آزاد ٿي رهيو آهه سلهاڙيل سنگهرن مان....

# ويران دل اداس يادون

واهيري جي ويل هئي، سج ساري ڏينهن جي سفر کان پوءِ ٿڪل مسافر جيان رات جي ڪاري پاڪر ۾ سمهي رهيو هو ۽ سندس پويان ڇڏيل قدمن جي در کان بچڻ لاءِ آڪاش سيني تي شفق جي ڳاڙهي چني اوڙهي هئي.

سيني ٽوريم جي جنرل وارڊ جي ٻارهين نمبر بيڊ تي ستل سانول سامهون، ڪليل دريءَ کان ٻاهر ڏٺو، سيني ٽوريم جي عمارت ٻاهران بينل وڻن تي خزان جي رت هئڻ سبب پيلو رنگ چڙهيل هو ۽ مٿن رهندڙ پکي واهيري جي ويل هئڻ سبب پنهنجي پنهنجي آکيري ڏانهن وري رهيا هئا. وڻن تي ويهندڙ پکين جي آوازن ۾ ڪيس اڄ الائي ڇو زندگيءَ جي خوشين کي سرجيندڙ آوازن بدران اداسائي ۽ نراسائيءَ جا ورلاپ ٻڌڻ ۾ آيا. هن جون نظرون وري وارڊ ۾ موٽي آيون، وارڊ ۾ ذهني طور تي حاضر ٿيڻ کان پوءِ دوائن جي ڌپ سبب سندس ساهه ٻوساٽجڻ لڳو. هن پاڻ کي ان بوءِ کان بي خبر رکڻ لاءِ پنهنجي ويران دل جي اڱر تي اداس يادن جي چادر وڇائي، پاڻ ماضي جي خوابگاه جي وادي ۾ لهي ويو،

سندس سپنن جي سيج تي پهريون منظر ان ڏينهن جو ايريو هو، جڏهن هن يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن جي ڊگري ورتي هئي. ڇاڪاڻ ته يونيورسٽي مان اڄ ڪلهه ڊگري وٺڻ به آسمان تان تارن لاهڻ برابر هو. سال ۾ ڇهه مهينا يونيورسٽي رڳو اجائي بائيڪاٽن ۽ غير موسمي موڪلن جي ڪري بند رهندي آهي ۽ ڪليل ڏينهن ۾ پاڻ کي ڪامريڊ سڏائيندڙ شاگردن جي هنگامي ۽ تفريح جو مرڪز، تمام ٽورا

سنجيده شاگرد هئا جن جي لاءِ يونيورسٽي واقعي ڪو مقدس تعليمي ادارو هو. سانول به ڇهن سالن جي ڊگري ڇهن سالن کان پوءِ ورتي هئي. ڊگري جي هٿ اچڻ کان پوءِ ڪيس ائين لڳو ڄڻ ته سندس زندگيءَ جي ڏنل ۽ اڻ ڏنل سپنن کي ساپيا ملي وئي هجي. سندس ماءُ جي خوشي جو ته ڪو ڪاٿو ئي ڪو نه هو، ڇاڪاڻ ته سندس پيءُ جي مرڻ کان پوءِ اها ماءُ ئي هئي، جنهن ڪپڙا سبي، پورهيو ڪري ڪيس پڙهايو هو، ۽ ننڍڙي پيڻ ته ڄڻ خوشيءَ ۾ نه پئي ماپي جو هر ڪنهن کي پئي چوندي وتي ته منهنجو ڀاءُ جاڻ آفيسر ٿيو، اسان هاڻ هي گهر ڇڏي وڏي گهر ۾ رهنداسين، ڪار وٺنداسين. ها، امان چوي ٿي ته ڀاءُ لاءِ لال ڪنوار به آڻينداسين. مقصد ته هڪ ڀار جيڪي خواب ڏسي سگهيو ٿي سي سڀني کي پئي ٻڌايائين ۽ سچ ته سانول به ته پر اميد هو، سندس ڏکن جا ڏينهن جاڻ پورا ٿيا ۽ هاڻ سندس روز جو معمول ٿي ويو ته سنڌي اردو ۽ انگريزي اخبارن جا اهي اشتهار پڙهڻ جن ۾ ڪنهن نوڪريءَ جي ڳالهه هجي جيڪا سندس اهليت مطابق پوري لهي ۽ ان کان علاوه مقامي طور تي سرڪاري ۽ غير سرڪاري ادارن جي درن تي آفيسرن ۽ پٽيوالن هٿان دڙڪا ۽ ڌڪا سهڻ، ڇهه مهينا مسلسل هو فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن جي ڊگري هٿ ۾ ڪنيو روڊ ماپيندو رهيو، پر مٿس نوڪري جي ليليٰ مهربان نه ٿي ۽ نيٺ پاڙي جي يارن ۽ ڇٽن ڇگن جي مشوري تي اوڏر سوڏر ڪٺي ويو اسلام آباد جي خاڪ اڏائڻ پر اسيمبلي ميمبرن، نانءُ چڙهيل وزيرن کان پنج پنج پيرا نوٽ هٽائڻ جي باوجود سندس نصيب ۾ ڪا نوڪري نه آئي.

اهڙيءَ طرح ٻيا به ڇهه مهينا گذري ويا. هاڻ ته نه رڳو قرض خواهن اچي تنگ ڪيو، پر پيٽ گذر به مشڪل سان ٿيڻ لڳو. سندس فڪر جي ڪري اچي ماءُ جي صحت خراب ٿي. سو هاڻ گهر ۾ ڪڏهن ڪڏهن فاقا به ٿيڻ لڳا هيا. نيٺ پئسي تي نوڪري ملڻ جو آسرو

مليس، سو ماءُ جي رکيل آخري نشاني سندس پيءُ پاران شادي جي وقت ڏنل سوني نٿ وڪڻي، ڪجهه پيو قرض ڪڻي ١٥- ١٦ هزار ڪري وڃي هڪ منسٽر جي او ايس ڊي سڳوري کي ڏنائين ته من نوڪري ملي پوي. سڳورو سندس جهڙن پين ضرورتمندن جا پئسا ڦبائي وڃي ولايت سڳوري ۾ وسيو ۽ پوءِ هن سڀ لاڳا لاهي نوڪريءَ جي آسري تان هٿ کڻي، يونيورسٽي طرفان مليل فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن جي ڊگرين کي اسلام، جمهوريت ۽ آزادي جي نانءُ ڪري درياهه ۾ وهائي ڇڏيو ۽ پاڻ هڪ مل ۾ مزدوري ڪرڻ لڳو. مل ۾ نهندڙ مال جي دز دونهين ۽ ڳري ڪم ڪرڻ جي ڪري هو بيمار ٿي پيو، پر ان کي معمولي ڳالهه سمجهي نظر انداز ڪندو رهيو. چاڪاڻ ته سندس جهڙا سوين بيمار پيا مل ۾ ڪم ڪندا هئا. پر ڪيس اوچتو هڪ ڏينهن رت جي اهڙي ته الٽي آئي جو هو اٿڻ جهڙو به نه رهيو ۽ ڏيس هوش آيو ته هن پاڻ کي ٽي بي سيني ٽوريم جي بيڊ نمبر ٻارهين تي ڏٺو.“

اچي هيءَ ٽيبليٽ وٺو“ نرس جي کهري آواز کيس اوچتو ڇرڪائي وڌو ۽ هو سوچن جي سمنڊ مان ٻاهر نڪتو. ڏرتي تي رات پوري طرح لهي چڪي هئي.سيني ٽوريم کان ٻاهر بيٺل وڻن تي انڌيرو ڇانئجي چڪو هو- ۽ وارڊ ۾ ٻرندڙ بلب،ٽي بي جي ڪنهن مريض جيان اوندهه سان جنگ وڙهي رهيو هو.

# زندان جي ديوارن ۾

رات جي سانت ۾ اوچتو، چبري جو آواز اڀريو ۽ سرمد چرڪ
ڀري جاڳي پيو. ڪيس چيلهه ۾ سورجي سٽ اڀري. هن نظرون ڪڍي،
آڪاش جي تارن کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي پر سندس نظرون ڪوليءَ
جي پڪي ڇت سان ٽڪرائي واپس وريون. وري سندس نظرون، ڪوليءَ
جي شيخن واري جهروڪي ڏانهن وڌيون. ٻاهر ويراني ۽ اونداهيءَ جو
راڄ هو. سورج ديوتا جا ڪرڻا، اجان اجالي ڪرڻ لاءِ ڌرتي تي نه لٿا
هئا.

آه ! اونداهي رات ڪيڏي نه ڪنور آهي، الاهي ڪڏهن
ڪٽندي؟!

ڪيس احساس ٿيو ته آزادي وارو صبح ڪڏهن ٿيڻو ئي ڪونهي.
نه نه ائين ڪونهي صبح ٿيندو ۽ ضرور ٿيندو، روشن سج جيان!
هن سلوار جي ابڊائي مان سگريٽ ۽ ماچيس ڪڍي سگريٽ دکايو ۽
ڦهريون ڪش ڀرڻ سان، سندس ذهن ۾ يادن جا ڏيئا ٻري پيا. جنهن
وقت آڪاش جو سينو چيري، سج جا ڦهريان ڪرڻا، ڌرتي ماتا کي
چمي ڏئي، نئين صبح ٿيڻ جو اعلان ڪندا تڏهن ڳوٺ جي چاري تي
ويندڙ مال جي چرڻ جا ست سر چرڙڻ ڪانپوءِ ائين لڳندو آهي چڻ ته
ڪنهن مندر جي وڄندڙ گهنٽين سان گڏ، ڪي آسماني اپسرائون رقص
ڪري پنهنجي سريلي آواز ۾ مقدس ڀڄن ڳائي رهيون هجن ۽ ساون
ساون کيتن ۾ سرنهه جا پيلا گل، پنهنجا ڳاٽ اوچا ڪري هير جي
ڪتڪتائي تي، هر واٽ ويندڙ کي مسڪرائي ڀليڪار چوندا آهن.
تنهن ويل ڳوٺ جا هاري پنهنجي ڪلهن ۾ پانجاريون وجهي، ڏاندن
کي هونگاريندا ڌرتيءَ جي سيني مان، سونا سونا سنگ اپائڻ لاءِ ايندا

آهن. اهڙي هڪ سهاني صبح جو " سرمد" پنهنجي ڪلهي تي ڪوڏر رکي، سڌو پنهنجي پوڪيل سارين واري ٻيجاري تي آيو جتي هن اڃان پهرين ٻاري کي پاڻي ڏئي بس ڪيو تہ اوچتو سندس نظرون ڳوٺ ڏانهن ايندڙ پيچري تي پيون جتي ڏوڙ جو طوفان اٿي رهيو هو. ڪجهہ دير ڪان پوءِ هن ڏٺو تہ اهي ڪل ڇهہ جيپون ۽ ٻہ ڊاٽسن پڪ اپ هيون، جن ۾ جي ٿري ۽ ايم ايم سيون رائفل بردار فوجي سپاهي پوزيشنون سنڀاليو بيٺا هئا. فوجين کي ايندو ڏسي، آس پاس ڪم ڪندڙ هاري، حيرت مان ايندڙ گاڏين کي ڏسڻ لڳا. گاڏيون ڪجهہ پرڀرو بيٺيون ۽ فوجين گاڏين مان لهي زمين تي گوڏا کوڙي مورچابندي ڪرڻ شروع ڪئي. اوچتو انهن فوجين وٽان لائوڊ تي اعلان ٿيو تہ "اسان کي خبر پئي آهي تہ دينو ڌاڙيل ۽ سندس ٽولو، رات ڪان وٺي، هن ڳوٺ ۾ پناهہ ورتل آهي. اسان سڀني ڳوٺاڻن کي وارننگ ڏيون ٿا تہ ڌاڙيلن جو ڏس پتو ڏين نہ تہ ٻيءَ صورت ۾ سخت ڪارروائي ڪئي ويندي."
ڳوٺاڻا هڪ ٻئي کي حيرت مان ڏسڻ لڳا. انهن مان تہ ڪنهن وٽ بہ ڌاڙيل ڪو نہ رهيل هئا. جاني اوچتو چيو، "برابر، چار مهمان جيڪي اوپرا هئا، ۽ وٽن هٿيار بہ هئا مون وڏيري خانوءَ جي اوطاق ڏانهن ويندي ڏٺا هئا ۽ جيڪڏهن اهي ئي ڌاڙيل آهن تہ پوءِ حد جي ٿاڻي واري صوبيدار کي خبر آهي تہ وڏيرو خانو، پاڻاريدار آهي ۽ جيڪڏهن هنن کي ڌاڙيل گرفتار ڪرڻا آهن تہ پوءِ هنن کي وڏيري خانو جي حويلي تي ڇاپو هڻڻ گهرجي نہ ڪي غريب ڳوٺاڻن تي بندوقون ۽ رائفلون تاڙي کين هيسائڻ ۽ مارڻ گهرجي" اهو چئي جانڻ ۽ سوڍو صوبيدار سان ڳالهائڻ لاءِ اڳتي ويا ئي ٿي تہ اوچتو مٿن گولين جو مينهن وسڻ شروع ٿي ويو- ۽ ان ڏينهن ڳوٺ جي ٽنين ۾ پاڻي سان گڏ ٻي گناهہ ڳوٺاڻن جي وهيل رت جو ريج ڏٺو ويو، فوجين پنهنجي لانگ بوٽن هيٺان ٻي

ڪفن لاشن کي لتاڙڻ ڪانپوءِ، ڳوٺ جي باقي بچيل جوان ۽ پوڙهن کي ڏاڙيلن کي پناهه ڏيڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ڪري اچي، پرواري شهر جي ٺاڻي جي لاڪپ ۾ ديورن جيان واڙيو، ٻئي ڏينهن اخبار ۾ هو ته "بهاول ڳوٺ تي قانون نافذ ڪندڙ ادارن ڇاپو هڻي ٻه ڏاڙيل مارڻ ڪانپوءِ ٽيهارو ڪن سندنساٿاري گرفتار ڪيا. گرفتار ٿيلن ۾ سرمد به هو ،جنهن کي پوليس ڪورٽ ۾ چالان ڪيو ۽ ڪورٽ سرمد کي ٻه سال سزا ٻڌائي.

اوچتو سرمد کي آگر سڙڻ جو احساس ٿيو، ۽ هن ڇرڪ ڀري ڏٺو ته سندس آگرين ۾ جهليل سگريٽ فلٽر تائين سڙي چڪو هو، جنهن جو سيڪ سندس آگر تائين آيو هو. هن سگريٽ کي اڇلائي زندان جي جهروڪي کان ٻاهر ڏٺو ته ڪيس ٻاهر صبح ٿيڻ واري سفيد روشني نظر آئي ۽ اوچتو سندس ڪنن ۾ ملي جي ٻانگ ڏيڻ جو آواز اُڀريو. سندس نيٽڻ مان لڙڪ ڪري پيا، ڇو ته سندس سُهاني صبح جو آغاز، آزاد فضائن بدران، زندان جي ديوارن ۾ ٿي رهيو هو!

# داٿو

ميلو متل هو. هڪ پاسي هوٽلن وارن جا هوڪرا هئا تہ ٻئي پاسي ٿيئٽر وارن جون رڙيون. ڪٿي لوٽي واريون لوڏا ڏئي رهيون هيون، تہ ڪٿي معصوم نينگرڙا چيرن کي چمڪائي رهيا هئا. اوطاقون ۽ اوتارا بہ وسيل هئا. مرشد متارو شاه هر سال جيان مڪان وسايو ويٺو هو. اوچتو مرشد متاري شاھ سلفي جو سوٽو پرڻ ڪانپوءِ علي جو نعرو هڻندي چيو، ”قادو! خبر ڪر بيلي،هيل ميلو ٻاڙو پيو لڳي، ڪنهن داٿي جي خبر ئي ڪانہ آندي اٿئي. قادر چيو ”بابل ائين وري ڪيئن، مان سمجهان ٿو تہ هيل مون جيڪو داٿو ڏٺو آهي سو وجي ٿيا خير...... ڇورو تہ ناهي اصل هڻ ڪڻ آهي. ولو پڪ وازي واري ٽولي سان آهي. بابل کهڙي ڳالهہ ڪيان. پشم جهڙا پير، بيد جهڙي سنهي چيلهہ، اکيون تہ چڻ کهن ٽيون کهن، جنهن ڏي ٿو نهاري تہ چڻ همراه کي نيئر لڳيو وجن“ ”تہ پوءِ.......“ مرشد معنيٰ خيز انداز ۾ نهاريندي ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏي.

ولو پڪ وازي جڏهن کا هوش سنڀاليو هو تہ پاڻ کي ڳائڻن جي ڏولين ۾ ڏٺو هئائين. مختلف هٿن مان ٿيندو، استاد قاسم جي ور چڙهيو، ۽ پوءِ استاد قاسم جي هي جهان ڇڏڻ تائين سائس گڏ هو ۽ جڏهن استاد گذاري ويو تہ ٽولي جي اڳواڻي بہ سندس نصيب ۾ آئي. سندس ٽولي ۾ محمد باجي وارو ۽ وريام يڪتاري ۽ ڪرٽال جو ڪاريگر استاد گڏ هوندا هئس. ولو هر سال سنڌ، سرحد، پنجاب جي ڏورانهن علائقن جا ميلا گهمي ڳائڻن جي ٽولين مان چونڊي چونڊي ڇوڪرا سال لاءِ نيڪي تي وٺندو هو. سو هن سال بہ ميلي تي هن جيڪو

ڇوڪرو آندو هو، سو هو تہ هڪ پنجاب جي جهوني ڳائڻي، جيڪا ميلن ۾ لوڏي تي ڳائيندي هئي، ان جو پٽ، پر اصل لڳندو شهزادو هو شهزادو! ڇا تہ ڇوري جي ڳالهہ ڪجي! اکيون جهڙيون پوئڻ، چپ! ڳاڙهل گلاب جهڙا، ڇيلهہ تہ ڄڻ مينديءَ جا ڏار هجن، ۽ پير پشم جهڙا!، هينئر تہ ڇورو سڄي ميلي کي سر تي کنيو بيٺو هو. استاد جي دل بہ هرکي پئي، اهڙي شهزادي کي ميلي ۾ لاهڻ پاران کنهن محل جي شيشائين کٻٽ ۾ ويهاري سجدا ڪجن، پر ڇا ڪجي، پاپي پيٽ کي، جنهن لاءِ کنهن شاعر چيو آهي تہ: ”ڏوَ بنان ڏولا ناهي ساجهہ سونهہ جي“ سو روزيءَ جو سوال هو.

رات جڏهن پنهنجي جوڀن تي پهتي، تہ استاد ولو واري محفل بہ عروج تي هئي جو اوچتو ماڻهن ۾ ڦڙ ڦوٽ پئجي وئي. ”سائين متارو شاهہ پيو اچي.....“ سائين متاري شاهہ جو نالو ٻڌڻ سان ئي استاد کان ڇرڪ نڪري ويو ۽ پڪ واز تي هلندڙ سندس هٿ ائين بيهي ويا، جيئن پاور تي هلندڙ ڪا مشين بجليءَ جي فيل ٿيڻ سان جهٽڪو ڏئي بيهي ويندي آهي. سائين متارو شاهہ بہ کنهن باز جيان ميڙ ۾ اندر آيو. اچڻ سان سڌو ڏئي نچندڙ ڇوڪري کي ڀاڪر ۾ ڀري جيپ جي پوئين سيٽ تي سٽي اهو ٿو وڃي! استاد هيڏي پڙي محفل ۾ پاڻ کي بي عزتو ٿيندي ڏسي بہ ماٺ رهيو، تہ بابا ڏاڏي جي لٺ کي بہ متا سو زور اڳيان زاري آهي. پر هن کي ڇوري کان وڌيڪ پنهنجن ڏهن هزارن جي لڳي، جيڪي هن گلان ڳائڻي کي سال لاءِ ڇوڪري کي ميلن تي نچائڻ جا ڏنا هئا. سو هن بہ دير نہ ڪئي وڃي ان ديري تي نڪتو جتي گلان پاڻ تہ ڪانہ تي نچي، جو سندس عمر وڃي اهڙي تي هئي جتي عورت، مرد کي ڇيڇڙي ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڀاسندي آهي، پر سا ڻس پنهنجي ڳوٺ جون بہ ٽي ڇورين هيون، جن جي ذريعي پئي روزي ڪمائين. ٻيو وٽس اهو پٽ هو جيڪو ڏهہ هزارن ۾ استاد کي سال لاءِ

نيڪي تي ڏنو هئائين. استاد اچڻ سان چيس ڇورو تہ ويو باز ڪٿي. هاڻ يا تہ مون وارا ڏهہ هزار واپس ڪر يا متاري شاهہ ڪان ڇورو موٽائي وٺي اچ. گلان پهرين تہ اها ڳالهہ ٻڌي ڏڪرجي وئي، پر پوءِ همٿ ساري متاري شاهہ جي مڪان ڏانهن پنڌ پئي.

مڪان سڄو سنسان لڳو پيو هو. پرپاز اندر ڪمري جي لائٽ پئي ٻري، در ڀيڪڙيل هو. جيئن ئي گلان در ڪان اندر ٿي تہ ڏٺائين متاري شاهہ جي پير ۾ سندس خوفزده پٽ ويٺو هو ۽ متارو شاهہ کيس ريجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. اوچتو ڪنهن اجنبي عورت کي اندر ايندو ڏسي متارو شاهہ ڇرڪجي اٿي بيٺو. "ڪير آهين مائي؟! ڇو آئي آهين؟!" گلان جيڪا ڪاوڙ ۽ ڇڙ وچان شاهہ وٽ آئي هئي، متاري شاهہ جو آواز ٻڌڻ ڪانپوءِ ڇرڪ ڀري بيهي رهي. کيس يقين نہ ٿي آيو تہ سندس سامهون اچ ڪان سورنهن سال اڳ وارو متارو شاهہ بيٺو آهي. ها اهو متارو شاهہ جنهن کيس اچ ڪان سورنهن سال اڳ جڏهن هوءَ بہ پنهنجي پٽ جيان حسين ۽ خوبصورت هئي، تہ ان ساڳي متاري شاهہ، کيس پيئائيءَ جي ميلي تان لوٽي واري ڳائٽين جي ٽولي مان ڪنيي ڪنيو هو، ۽ اچي حيدرآباد واري بنگلي تي سريت ڪري ويهاريو هئائين، ڇهہ مهينا سانده رس چوسيندو رهيو ۽ پوءِ ڪنهن خالي بوتل جيان کيس شهر جي هڪ فٽ پاٿ تي اڇلائي هليو ويو هو. ۽ هوءَ جيڪا شاهہ جي سريت بنجڻ ڪانپوءِ عزت واري زندگي گذارڻ جا خواب ڏسي رهي هئي. وري کيس در در جي نوڪرن ڪائڻ ٿي مجبور ڪيو ويو ۽ اچ وري سورنهہ سالن ڪانپوءِ ساڳيو متارو شاهہ سندس سامهون بيٺو هو- ۽ شاهہ بہ جيڪو تڪڙ ڪري اٿي بيٺو هو، تنهن جو هن کي غور سان ڏٺو، تہ پهريائين تہ ڪونہ سڃاتائينس، پر هو ڪيئن ٿي انهن اکين کي وساري سگهيو! ها هوئن تہ گلان جي سموري سونهہ

وقت جو واڳو ڪائي ويو هو، پر سندس اکين ۾ اڃان بہ اها ساڳي جواني واري جوت هئي، جنهن متاري شاهہ کي ڪيس سجائڻ تي مجبور ڪيو ۽ متاري شاهہ جي واتان حيرت مان لفظ نڪتو "....گ.... لان..... لان...... تون!" گلان پيو ڪو جواب ڏيڻ پاران چيس "شاهہ هاڻ تہ شرم ڪر. پوڙهو اچي ٿيو آهين، پر اڃان بہ نہ ٿو مڙين! هاڻ جڏهن ماين سان نہ ٿو پچي سگهين تہ وري اچي ڇورن تي لٿو آهين. اڙي بڏي نہ ٿو مرين،جو اڄ تون جنهن ڇوڪري کي ڀري محفل مان اغوا ڪري ڪٺي آيو آهين، سو تنهنجو پٽ آهي. توکي ياد تہ هوندا اڄ کان سورنهن سال اڳ مون سان گڏ گذاريل ڇهہ مهينا-" گلان جا لفظ نہ هئا چڻ هٿوڙا هئا. شاهہ کي پنهنجو مٿو چڪرائيندي محسوس ٿيو- ۽ ڪيس ائين لڳو چڻ در ديوار تہ ڇا پر سڄو ڀولار پڙاڏا بنجي چڪو هجي، جنهن مان اها ئي سدا اڀري رهي هئي تہ اڙي شرم ڪر! هي تہ تنهنجو پٽ آهي.... هي تہ تنهنجو پٽ آهي...... پٽ آهي......"

# سڌڪا ۽ ٺهڪ

هڪ سپاهي لاڪپ جو تالو کولي در کوليو ۽ ٻئي مونکي لوهي گيٽ کان اندر ڌڪو ڏيندي چيو: ”هل پٽ وڃي مزي سان آرام ڪر!“ لاڪپ ۾ اندر آيس ته لاڪپ ۾ پاڻ ڪانسواءِ ٻيا به ٽي همراهه ڏٺم، اڃا ٻيهي سوچي رهيو هئس ته اوچتو هڪ ٺهڪ ٻڌم ۽ ان سان گڏ چند جملا ڪن تي پيا: ”پهنس گئي بچو! يهي هوتا هي مخبري ڪا انجام!“ چرڪ ڀري ڏانهس ڏٺم. ڪلين شيو پر هن وقت ڪجهه ڏينهن جي ڏاڙهي وڌيل- سندس اکيون چڻ ٻابري ڪنڊن جي ٿانڊن جيان ٻري رهيون هيون. ٺهڪ ڏيندي ۽ اردو جا ابتا سبتا ڪجهه جملا ڳالهائيندي منهنجي ويجهو آيو، ۽ ويجهي اچڻ سان هيڏانهن هوڏانهن نهاري، رازداريءَ واري انداز ۾ چيائين، ”سنڌي نه سڏائجانءِ! سنڌي سڀ چور، ڏاڙيل، دهشتگرد، غدار، مخبر اٿئي“ آئون وائڙن جيان ڪيس تڪي رهيو هئس ته آهي ڪهڙي مخلوق! ٺهڪ به ڏئي پيو، اردو به ڳالهائي پيو، وري سنڌي به سنڌين جهڙي پيو ڳالهائي، ۽ سنڌي سڏائڻ کان به جهلي پيو. اڃا حيرت جي سمنڊ ۾ غرق هجان ها، ته پريان ڪنڊ مان هڪ ٻيو همراهه اٿيو، جيڪو منهنجي عمر جو نوجوان ماڻهو هو، ويجهو اچي چيائين ”ياٿو پلي ڪري آئين.“ آئون ٻيهر حيران ٿي ويس ته حيدرآباد جي سٽي لاڪپ ياران ڪنهن چريـن جي اسپتال جي وارڊ ۾ ته نه واڙيو اٿن! جو پهريون همراهه ٺهڪ ڏئي الائي ڇا ڇا بڪواس ڪري ويو، هي همراهه وري ائين پيو پليڪار ڪري چڻ ڪنهن ٿاڻي جي لاڪ اپ ۾ نه پر سندس ايئرڪنڊيشنڊ بنگلي جي اوطاق ۾ مهمان ٿي آيو هجان! خير، هڪ ڳالهه جو شڪر ادا ڪيم ته لاڪپ ۾ به پنهنجا ته

مليا ، ۽ دل مان ڪجهه خوف بہ گهٽ ٿيو. پليڪار ڪندڙ همراهہ سان گڏ ڪنڊ ۾ وڇايل قاتل ڪمبل تي ويهي رهيس. هن منهنجي چهري جي تاثرات مان اندازو لڳائيندي چيو، "پائو! حيران نہ ٿي، حالي احوالي ٿيون تہ پوءِ سڀ خير پئجي ويندئي ۽ هونئن بہ پاڻ وٽ روايت آهي پهريان ٻاهران ايندڙ همراهہ کان خبرون چارون پڇي پوءِ پنهنجا حالا حوال ڏبا آهن، سو ان لاءِ پهرين تون حال احوال ڏي تہ گهڻا خون ڪري آيو آهين؟ گهڻا ماڻهو اغوا ڪيا اٿئي؟ جو توکي ڪنهي ڪٿي آيا آهن. چيم "ٻيلي پاڻ شاگرد آهيو..." ۽ ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽيندي چيائين "بس پوءِ سمجهي ويس، ضرور ڪنهن شاگرد تنظيم جو ميمبر هوندين ۽ هتي جهيڙو ڪري پهتو آهين" چيم "ها، تنهنجي ڳالهہ اڌ صحيح ۽ اڌ غلط آهي."

۽ پوءِ ڪيس تفصيل سان ٻڌايم تہ منهنجو نالو سرمد آهي، آئون زرعي يونيورسٽي ٽنڊوڄام ۾ بي اي ٽئين سال جو شاگرد آهيان ۽ بدقسمتيءَ سان هاسٽل ۾ رهندو آهيان. ڪجهہ ڏينهن اڳ اسان جي يونيورسٽيءَ ۾ بہ مختلف نظريا رکندڙ شاگرد ڌرين ۾ جهنڊي ڦڙڪائڻ تان جهيڙو ٿي پيو، جنهن ڪري ڳالهہ وڃي "ڪلاشنڪوف" تائين هتي، بہ ٽي ڇوڪرا زخمي ٿيا، هڪ مارجي ويو. جهيڙو مچائيندڙ همراهن جڏهن ڏٺو تہ هاڻ ڳالهہ وڃي ڳچيءَ ۾ پوندي، سي موقعي تان فرار ٿي ويا ۽ مون بہ سمجهيو تہ جهيڙي ٿيڻ ڪري يونيورسٽي انتظاميہ يونيورسٽي بند ڪرڻ جو اعلان ڪندي، سو پنهنجو سامان روم تي وڃي پيڪ ڪرڻ لڳس، سامان ڪٽي اڃا هاسٽل روم کي تالو مس هنيم تہ قانون جا رکوالا پهچي ويا - انهن کي منهنجي هاسٽل جي ڇت تان ڪجهہ گولين جا خالي کوکا هٿ چڙهي ويا هئا، سو اچڻ سان منهنجي مٿان چڙهي ويا تہ هٿيار ڪٿي لڪايا اٿئي. ٻيا همراهہ ڪيڏانهن ڀڄائي ڇڏيئي، گهڻيئي الله جا، رسول جا، ۽ ملڪ جي سلامتي جا

قسم کنيم، پر سندن چوڻ هو تہ توهين سنڌي سڀ ملڪ دشمن ۽ ڪافر آهيو. ان لاءِ توهان تي اعتبار ڪونهي. ڪين وس آهر پڪ ۽ يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪيم تہ آئون خالص ڪتابي قسم جو شاگرد آهيان، منهنجو شاگرد سياست يا ڪنهن تنظيم سان ڪوبہ واسطو ڪونهي- پر اهي قانون جا فرشتا ئي ڪهڙا، جيڪي قسم تي اعتبار ڪن. سامان جي ۽ ڪمري جي تلاشي ورتائون، ڪجهہ بہ هٿ نہ آين- پر پوءِ بہ خالي خول گولين جا جيڪي هاسٽل جي ڇت تان لڌا هئائون تن کي جواز بنائي، اڇي ١٣ ڏي ۾ هٿ واڙيو اٿن. بس منهنجي اها ئي خبر چار آهي- ۽ هڪ وڏو ٿڌو ساهہ کڻي ماٺ ڪيم، پوءِ سواليہ انداز سان ڏانهس نهارڻ لڳس تہ هاڻ احوال ڏيڻ جو سندس وارو آهي. ڪجهہ دير لاءِ ماٺ ڇانئجي وئي ۽ ان ماٺ کي ٺهڪن ٽوڙيو. "مارو سالا سنڌي هي. مخبر هي. . . . " ۽ ڇرڪ ڀري مون ان همراهہ کي ڏٺو. مون کي ان ڏانهن تڪيندي ڏسي چيائين چريو ناهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ڪيس شام جي ٽائيم تي اهو دورو پوندو آهي. ڪجهہ ڪلاڪ کانپوءِ جڏهن ٺهڪ ڏئي ٿڪبو تہ روئيندو ۽ روئڻ کانپوءِ جيئن مينهن وسڻ جي موسم ۾ ڪائنات جي هر شئي ڌوتل پوتل ۽ صاف نظر ايندي آهي، اهڙي طرح هي همراهہ روئڻ کانپوءِ وري نارمل ۽ پاڻ جهڙو نظر ايندو، سندس ماٺ ٽيڻ تي ڪيس يادگيري ڏياريم تہ مون پنهنجا حال احوال ٻڌائي ڇڏيا. هاڻ تنهنجو وارو آهي. چيائين پاڻ ساڳي قوم جا فرد آهيون. ان لاءِ شايد پنهنجا ڏک بہ ساڳيا آهن- ۽ پوءِ چيائين تہ منهنجو نالو علي آهي، آئون مهراڻ يونيورسٽيءَ مان اليڪٽريڪل ۾ بي.اي پاس آهيان. ۽ اها ڊگري گذريل ٻن سالن کان هٿ ۾ کڻي، پنهنجي تر جي ڀوتارن کان وٺي اسلام آباد جي ڇڳن مڙسن تائين جي درن جي خاڪ اڏائي اٿم، پر نوڪريءَ جي خوبصورت ليلان مون مٿان مهربان نہ

ٿي. مون هڪ ناڪام عاشق جيان آپگهات ڪرڻ لاءِ سوچيو ۽ ان لاءِ هڪ ميڊيڪل اسٽور واري دوست کان اهو بهانو ڪري تہ يار بيروزگاري جي ڊپريشن ڪري، رات جو ننڊ نہ ٿي اچي، ان لاءِ ڪجهہ ننڊ جون گوريون ڏي. سو ننڊ جي گورين جي شيشي ورتي ۽ هڪ رات اها ننڊ جي گوريم جي شيشي اندر ۾ اوتي سمهي رهيس، پر ڪنهن طرح سان منهنجي مائٽن کي ان ڳالهہ جي خبر پئجي وئي، سو يڪدم ايڊي ايمبولينس گهرائي ايل.ايم.سي اسپتال کڻي آيا ۽ جڏهن اسپتال وارن کي خبر پئي تہ آپگهات جو ڪيس آهي تہ انهن پوليس کي مطلع ڪيو ۽ پوليس سڄوري اسلامي جمهوريہ پاڪستان جي قانون موجب جئين مسلمانن لاءِ آپگهات ڪرڻ حرام آهي ۽ ان جي قانون وٽ سزا بہ آهي. سو اسپتال مان نيڪ ٿيڻ ڪانپوءِ بجاءِ منهنجي مسئلي کي حل ڪرڻ ،جي اچي لاڪ اپ ۾ واڙيائون.

ائين چئي هو ماٺ ٿي ويو ۽ سندس منهن تي اُداسائي ۽ نراسائي جا پاڇا وڌيڪ گهاٽا ٿي ويا. وري ڪجهہ دير مانار رهي ۽ خاموشيءَ کان گهبرائجي هيڏانهن هوڏانهن ڏٺم تہ ٿهڪ ڏيندڙ همراه هينئر اڪين مان لڙڪ لاڙي رهيو هو. علي ڏانهس ڏسي چيو بس ڪجهہ دير ڪانپوءِ اهو بہ نارمل ٿي ويندو ۽ توکي پنهنجي ڪهاڻي پاڻ ٻڌائيندو، تيستائين جيڪو پريان ننڊ ۾ همراهہ ستو پيو آهي، ان جي توکي ڪهاڻي ٻڌائي ونان. هن جو نالو يعقوب آهي، سندس ڳوٺ ڪيبرن ۽ مٽياري جي وچ تي صابو ديرو نالي سان آهي. ان ڳوٺ ۾ هي همراهہ پنهنجي مڇي ماني وارو هو. بہ ٽي ايڪڙ پنهنجي زمين اٿن ۽ اتفاق سان اها زمين هئي بہ واٽر جي منڍهي تي–سو ڏاڍو خوش گذاريندو هو. پر تر جي رئيس کي اها ڳالهہ نہ ٿي وڻي، تہ سندس ٻن هزار ايڪڙن جي وچ ۾ بہ ٽي ايڪر سي بہ پاڻيءَ جي منڍهي تي ڪنهن ٻئي جا هجن! ان لاءِ ڪيس ڪوڙ پيرا چورائي موڪليائين تہ اها زمين

مونکي وڪڻي ڏي، پر هن همراهہ چيس تہ منهنجي ابن ڏاڏن جا هڏا ان مٽي ۾ پوريل آهن، ان ڪانسواءِ انهن ٻن ٽن ايڪڙن جي وچ ۾ منهنجا غريباڻا ڪک بہ آهن، سو پنهنجا گهر ڇڏي ڪيڏانهن ويندس ۽ هونئن بہ ٻني ۽ وني سان سر لڳي. سو تون ڪٿي لک ڏي، پر مان پنهنجي وڏن جي مٽي ڪونہ وڪڻندس. جڏهن رئيس ڏٺو تہ سنئين آڱرين گيهہ نہ ٿو نڪري تہ هن پنهنجا رئيساڻا طريقا آزمائڻ شروع ڪيا. پهرين تہ ڪٺاپائينس سندس پاءُ، پر همراهہ هو اٿي ويٺي وارو سو ٻنان پنگ پرڻ جي ٻيلي وارن کان پاءُ کي ڇڏائي آيو. بس پوءِ تہ چڻ رئيس کي وجهہ مليو، سو سڌو اچي ايس. پي کي ٻڌايائين تہ سائين ضلعي اندر جيڪڏهن ٿين ٿا سي يعقوب ٿو ڪرائي، ايتري قدر جو سندس پاءُ پاڳلو ٻنجي ٻيلي ۾ ويو هو ۽ هن ڊرامو رچايو تہ سندس پاءُ اغوا ٿي ويو آهي. ان لاءِ جي ضلعي کي ڏوهن کان بچائڻو آهي تہ يعقوب کي سوگهو ڪيو. بس پوءِ تہ چڻ پوليس کي وارو لڳو پنهنجي ڪارڪردگي ڏيکارڻ جو سو بڪتر بند گاڏين سوڌو وڃي همراهہ جي گهرن کي گهيرو ڪيائون. ٻہ ٽي ڪلاڪ هوائي فائر ڪري اچي هن کي لاڪ اپ ۾ وڌائونس، ۽ ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ خبر پئي تہ سندس ڳوٺ تي ڌاڙيلن حملو ڪيو، جنهن ۾ پائس مارجي ويو، ٻيو ڪو گهر ۾ مرد ڪونہ هو عورتن وڃي ڪيٻرن جي وڏيرن سمن وٽ پناهہ ورتي. سندس فصل بہ ساڙي ڇڏيائون. هاڻ هي همراهہ بہ تتو وتي بس رڳو ٻاهر نڪران، باقي سڀ حساب پورا ڪندس.

”اڙي پنهنجو پتو وٺو“ شيخن ٻاهران سپاهي دڙڪو ڏنو، ۽ علي چرڪ ڀري ۽ ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏي، پريان، ڪنڊ ۾ پيل پلاسٽڪ جي پليٽن ۾ ڪجهہ ڦلڪڙا ۽ لوڻ مرچن جي مڪسچر واري دال ورتي، جنهن کي سپاهي پتو ٺي چيو. ۽ پوءِ پريان سٽل همراهہ کي بہ

اٿاريائين، ۽ اڪين مان لڙڪ لاڙيندڙ همراهه (جيڪو هينئر منهن موئن ۾ هنيو وينو هو) کي به سڏ ڪيائين، جيڪو هاڻ نارمل ڏسڻ ۾ آيو. ڪجهه دير اڳ سندس اکين ۾ جيڪا ٻرندڙ ٽانڊن واري لالائي هئي سا ختم ٿي چڪي هئي، ۽ هن وقت سندس اکين ۾ ابهم ٻارڙن واري چمڪ هئي، ۽ سندس مک تي پيڙا ۽ اداسائي جون پرڇاوان ڇانيل هئا. پتي ڪائڻ ڪانپوءِ عليءَ، يعقوب ۽ ٻئي همراهه کي منهنجي لاڪپ اپ تائين پهچڻ جي ڪهاڻي ٻڌائي ۽ چيائين ته مون پنهنجي ۽ يعقوب جي به ڳالهه سرمد کي ٻڌائي آهي. باقي آخر ۾ اسان جو هي ڪلٺو ۽ روئٺو دوست پنهنجي ڪهاڻي پاڻ سرمد کي ٻڌائيندو.

هو ٿورو مرڪيو ۽ پوءِ چيائين منهنجو نالو ولي محمد آهي، منهنجو ڳوٺ هٽڙي جي پرسان آهي. آئون شهر جي مشهور اسپتال ۾ ڊسپينسر آهيان. اڄ کان ڏهه سال اڳ منهنجون اکيون اسپتال ۾ ايندڙ هڪ نازنين سان اٽڪيون، جيڪا هئي ته اردو ڳالهائيندڙ آبادي سان واسطو رکندڙ، پر چوندا آهن ته عشق نه پڇي ذات، سو هن جو به نينهن تي ويو مون سان ۽ اهڙيءَ طرح اسان هميشه هميشه لاءِ هڪٻئي جا ٿي وياسين. مجبورن مونکي ڳوٺ ڇڏي اچي شهر ۾ رهڻو پيو. جتي مونکي به ٻار به ٿيا.

ڳوٺ سان گهٽ واسطو هجڻ ڪري ۽ شهرن ۾ اردو ٻوليءَ جو گهڻو واهپو ڏسي، مون پنهنجي زال ۽ ٻارن کي سنڌي سکڻ تي مجبور نه ڪيو، پر آئون به سندن ٻولي ڳالهائڻ لڳس. پنهنجي مائٽن کي جٽ جاهل سمجهي، سائن سڀ ناتا ٽوڙي، زال جي مائٽن کي ئي سڀ ڪجهه سمجهيم. جنهن دؤر ۾ مون شادي ڪئي هئي اهو دؤر امن ۽ سڪون جو دؤر هو، حيدرآباد جا رستا اجا رت سان ڪونه وهنتا هئا ۽ سنڌي ماڻهو بنا ڪنڪي حيدرآباد جي قلعي ۾ ٽوپي، پٽڪو پائي، هوشوءَ جي قبر تي گلن جي چادر چاڙهڻ ويندا هئا. پر جڏهن حيدرآباد

۾ محبتن جي جاءِ تي نفرتن جو فصل نسريو ۽ جڏهن پنهنجي ڌرتي وارا ڌرتي ڌڪاڻا بڻيا ۽ ڌرتي تان ڌڪاڻل ماڻهو پاڻ کي حيدرآباد جو وارث چوائڻ لڳا تہ هڪ ڏينهن منهنجي زال مونکي چيو تہ منهنجا پائر آيا هئا ۽ چيو اٿن تہ منهنجو مڙس سنڌي آهي سو ان کي چئو تہ اسان جي علائقي ۾ نہ اچي نہ تہ بي صورت ۾ ماريو ويندو. جيڪڏهن تون هن سان وڃڻ چاهين تہ پلي وڃ ۽ اسان سان واسطو نہ رک. پهرين تہ اها ڳالهہ بڌي آئون پريشان ٿي ويس پر چوندا آهن تہ ڏک ۾ پنهنجا ياد پوندا آهن، سو پنهنجي زال ۽ بار وٺي پنهنجي اباڻي ڳوٺ هٿڙي پرسان هليو آيس. ڳوٺ ۾ رهندي مونکي اجا ٿورو عرصو ٿيو تہ مون ڏٺو تہ شهر جا نامي گرامي دهشتگرد، شهر ۾ بي گناهہ ماڻهن جي رت وهائڻ کانپوءِ اسان جي ڳوٺ جي چڱي مڙس روحاني پيشوا ۽ معزز اسيمبلي ميمبر سائين زمان شاهہ جي حويليءَ ۾ اچي هئا. ۽ وڌيڪ پڇا ڳاڇا کانپوءِ خبر پئي تہ مرشد سائينءَ جي شادي بہ اردو ڳالهائيندڙ پائرن وٽان ٿيل هئي- ۽ اهي نامي گرامي شهري دهشتگرد سائينءَ جا سالا ۽ انهن جا دوست هوندا ها، جيڪي شهر ۾ فساد ڪرڻ کانپوءِ ڇاپن ۽ گرفتارين کان بچڻ لاءِ اچي حويلي ۾ پناهہ وٺندا هئا. ۽ سائين بہ ايم پي اي ٿيڻ کانپوءِ پنهنجي زال جي مائٽن جي آشيرواد سبب پنهنجي شهر جي نهرايل بنگلي ۾ وڃي ڪڏهن ڪڏهن رهندو هو، سو انهن کي روڪي بہ نہ ٿي سگهيو. هڪ ڏينهن شهر جا ڪجهہ نوجوان سنڌي قومپرست، هنگامن جي سلسلي ۾ متاثر ٿيل ماڻهن جي مدد لاءِ چندي لاءِ ڳوٺ ۾ آيا، ۽ جڏهن منهنجي ٻارن جي واتان اردو ٻولي ٻڌائون تہ ڏاڍو مشتل ٿيا ۽ ڳوٺ وارن ماڻهن کي گڏ ڪري تمام جذباتي تقرير ڪيائون ۽ انهن کي چيائون تہ توهان نانگ جهولي ۾ نپائي رهيا آهيو. توهان کي لٽجي ويل لڄن جو قسم آهي. شهيدن جي

وهيل رت جو قسم آهي تہ انهن نانگن جي ٻچن کي پنهنجي گهر ۾ ڳوٺ مان تڙي ڪڍو. ڇوڪرا تہ ويا هليا پر ڳٺ ۾ باهہ ٻاري ويا. مان شهر ۾ ڪرفيو هجڻ سبب ڳوٺ نہ وڃي سگهيس ۽ ڳوٺ وارن منهنجي زال ۽ ٻارن کي ايتري حد تائين پريشان ڪيو جو هن جڏهن ڪرفيو ۾ ڪلاڪ وقفي جو ٻڌو تہ هو ڳوٺان پنهنجي مائٽن ڏانهن شهر هلي آئي- ۽ جڏهن آئون ڳوٺ پهتس تہ مائٽ مون تي بہ ڪاوڙيا وينا هئا، ڇيائون هاڻ ڇڏ ڪٺي ان ڏائڻ جو پيڇو. جيڪڏهن ايترو ڪٺي لاچار اٿئي تہ توکي ڪٺي برادري مان سگ ونئي ٿا ڏيون، پر مان پنهنجي ڏهن سالن جي رفيقہ حيات کي ڪيئن ٿي ڇڏي سگهيس! سو حالتن جي پرسڪون ٿيڻ ۽ هنگامن ۾ ڪجهہ ناپر اچڻ ڪانپوءِ پنهنجي ٻارن ۽ زال سان ملڻ ويس،پر مان اڃا پنهنجي در جو ڪڙو مس کڙڪايو تہ اوچتو گهٽيءَ ۾ شور ٿي ويو پڪڙو ،مارو.... آگيا سنڌي دهشت گرد..... مخبر......

۽ ائين مون تي لنين ۽ پٿرن جو وسڪارو شروع ٿي ويو. هوش اسپتال ۾ آيم تہ پاڻ کي هٿ ڪڙين ذريعي بيڊ سان ٻڌل ڏٺم. در تي بيٺل سپاهيءَ کان سڌ ڪري پڇيم تہ ابا هي ڪهڙي ڏوهہ جي سزا پيا ڏيو؟ ڇيائين توتي تنهنجن سالن، ايف.آءِ.آر ڪٽائي آهي تہ تون سنڌي دهشتگردن جو مخبر آهين ۽ سندن گهر تي خفيہ طور نشان هڻڻ آيو هئين تہ جيئن مٿن حملو ٿي سگهي- ۽ اهڙي طرح آئون هن لاڪپ ۾ اچي پهتس.

اڃا هو مانڊ مس ٿيو تہ مون سوال ڪيو تون روئيندو ۽ کلندو ڇو آهين؟ ڇيائين روئيندو پنهنجي بيوقوفيءَ تي آهيان جيڪڏهن پنهنجن سان واسطو نہ توڙيان ها تہ يقينن اهي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا نہ پون ها، ۽ کلندو آهيان پنهنجن ڳوٺ وارن جي بيوقوفيءَ تي - تہ مون جهڙي غريب ماڻهوءَ جي ٻارن کي تہ نانگ چئي ڌڪاري ڇڏيائون، پر اڄ بہ مٿن زمان شاهہ جي روپ ۾ اصل نانگ حڪومت ڪري پيو! جنهن وٽ

اج به شهري دهشت گرد پناهه وٺندا هوندا. منهنجا ٻار ڳوٺ وارن ڪي نانگ جا ٻچا لڳا، پر مٿن جيڪو شيش نانگ وينو هو، سو ڪين نظر نه آيو. جو هو تر جو وڏيرو ۽ روحاني پيشوا هو، ۽ نه ئي مان ايم پي اي هئس جو اردو ڳالهائيندڙ مونکي پنهنجو ڪن ها. جڏهن ته زمان شاهه سنڌي هئڻ جي باوجود به انهن سان گڏ وينو هو. ائين چئي وري هو ٿهڪن ۾ ٻڏي ويو ۽ سڏڪندي چيائين، سڀ غريب مخبر اٿئي. دهشت گرد اٿئي. لاڪپ ۾ رات جي اونداهيءَ سان گڏ سندس سڏڪن ۽ ٿهڪن جا پڙاڏا چانئجي ويا.

# خواب - سراب

هن پر واري قبر جي ٿُلهہ ڪي ٽيڪ ڏيندي وشال آڪاش ڏانهن ڏٺو. ڪيس مڪليءَ جي پراسرار خاموشيءَ ۾ آڪاش تي ٽمڪندڙ تارا وڏوا نارين جي بي خواب اکين جهڙا لڳا- جن ۾ رڳو لڙڪن سان گڏ ناڪام حسرتن جا عڪس باقي هوندا آهن.....

هن جون نظرون، پريان "قاسم شاهہ بابا" جي مزار ڏانهن کڄي وڃن ٿيون، جتي سندس ماءُ ڏيئو ٻارڻ کان پوءِ دعائن لاءِ جهولي ڦهلائي هوندي تہ خدا شل قاسم شاهہ بابا جي مهابي، سندس وڃائجي ويل پٽ ورائي ڏئي ۽ ماءُ جي دُعا جي ياد اچڻ تي سندس من ۾ ڄڻ تہ باهہ جا شعلا ٻري پون ٿا، دل تي ٻوسٽ وڌڻ لڳس، هوءَ چاهي ٿي تہ واڪا ڪري، سڏڪا ڀري روئي پئي. آخر ڪيستائين هوءَ سچ سان دوکو ڪري سگهندي؟ آخر ڪيستائين ماءُ سان ويساهہ گهاتي ڪندي رهندي؟ ۽ ڪيس قاسم شاهہ بابا جي مزار تي دعائون پنڻ لاءِ آئيندي رهندي.

هاڻ تہ اکين ۾ مري ويل خوابن جا لاشا ڍوئي ڍوئي ٿڪجي پئي هئي. اوچتو هن، سندس نيڻن آڪاس تان ٽٽندڙ تاري ڪي ڏٺو، جيڪو ڏور ڪنهن پولار جي اونداهي ڪنڊ ۾ دفن ٿي ويو. تاري ڪي ٽٽندو ڏسي هوءَ بي اختيار ٿل ڪي وڌيڪ زور سان چنبڙي پئي، جيئن ننڍي لاڪون "حسن" جي ٻانهن ڪي چنبڙي پوندي هئي. حسن سندس سؤٽ بہ هو تہ ننڍپڻ جي راندين جو ساٿي بہ هو. هوءَ جيڪا ڄائي تہ ماءُ جو منهن نہ ڏنائين ۽ سمجهہ ۾ اچڻ کان اڳ ئي پيءُ جو سهارو بہ وڃائي ويني هئي، سو حسن جي ماءُ ئي- تہ ڄڻ سندس ماءُ هئي ۽ حسن، جيڪو پهرين ڪيس پنهنجي ننڍپڻ جي راندين جو پيچي پاسندو

هو. سو سندس جوانيءَ جي خوابن جو محور بڻجي ويو. ڪيس اها خبر ئي ڪانه هئي تہ ڪو خوابن ڪي تعبيرون بہ ٿينديون آهن!

ڪيس سپنن جي سانپيائن جو يقين تڏهن ٿيو هو، جڏهن سندس هٿ ڪي مينديءَ جي رنگ ڇيهو هو ۽ اکين ڪي حسن جي ڇپن- ۽ پوءِ هن ڪي پڪ ٿي تہ اکين ۾ جيڪي خوابن جا پکي لهندا آهن، سي ڪڏهن ڪڏهن اکين جي آکيري ۾ تعبيرن جا موتي بہ ڇڏي ويندا آهن. هوءَ، جيڪا زندگي جي رڃ ۾، سرابن جهڙن خوابن جي تعبير تي خوش هئي، ڪيس ڪهڙي خبر تہ مينهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن وڄ بہ ڪرندي آهي ۽ وسندين ڪي ويران ڪري ڇڏيندي آهي. اها موسم بہ شايد ساونڻ جي هئي، جڏهن حسن سانس اجان سهاڳ جا ٽي مهينا بہ پورا نہ ڪيا هئا. جو سندس اکين ۾ اماوس رات جي اونداهي لٿي هئي.

حسن کي شهر وئي هفتو ٿي ويو هو ۽ هوءَ روز رات جو اکين ۾ انتظار جون شمعون ٻاري، پرهہ ڦٽي تائين اوجاڳي ڪرڻ کان پوءِ، وري ڏينهن جو اوسيئڙي جون گهڙيون ڳڻڻ ۾ لڳي ويندي هئي.

اهڙي ئي هڪ پرهہ ڦٽيءَ جو، جڏهن اجان مسجدن ۾ بانگ جا آواز ڪونہ ٻُريا هئا، جو چاچي لالڻ اچي کيس سڏ ڪيا هئا- ۽ پوءِ هن سڏڪن جي وچ ۾ صرف ايترو سمجهيو هو تہ رات سمنڊ تي گولين جو مينهن وٺو آهي. پوءِ هن ٽٽل ٽٽل لفظ ٻڌا هئا: ڇوڪرا..... گوليون..... لاش.... الذوالفقار.... شاهہ بندر.... پوءِ لڙڪن ۽ سڏڪن جو طوفان هو ۽ بس.....!

هن اها ڳالهہ اڄ بہ پوڙهي ماءُ کان لڪائي رکي هئي تہ متان ماءُ جي دل ٽٽي پئي- ۽ ماءُ، جيڪا پٽ جو اوسيئڙو ڪندي ڪندي ٿڪجي پئي هئي، هاڻ روز قاسم شاهہ بابا جي مزار تي ڏيئو ٻارڻ

ايندي هئي، تہ شل بابا جي دعائن تي سندس وڃائجي ويل پٽ واپس وري. هن جي من تي وري اُماس رات جا پاڇا گهاٽا ٿيڻ لڳا. ۽ ان کان اڳ جو هو اندر ۾ اٿندڙ گهٽ ۽ ٻوسٽ جي طوفان تي سڏڪي پئي، ڪنهن جي قدمن جي آواز کيس ڇرڪائي وڌو. پريان ماڻ، پراعتماد قدمن سان واپس اچي رهي هئي، جڏهن کيس قاسم شاهہ بابا، پٽ جي واپسيءَ جو يقين ڏياريو هجي...!

# آرسيءَ ۾ ٽنگيل اکيون ۽ ويران دل جا نوحا

رات جي ڪاري چادر ۾ ٽانڪيل ستارا هڪ هڪ ٿي سمهي رهيا آهن، ۽ ڏور شفق جي گود ۾ ستل سورج ديوتا پنهنجا پر پکيڙي رهيو آهي. ها! رات، جيڪا ماءُ جي مقدس گود جيان هوندي آهي، جنهن جي ٻاڪر ۾ اڻ ڳڻيل ساپيائن لاءِ سوين سپنا سرجندا آهن. جيئن ڪي ڪنواريون اڻ ڳڻيل محبوبن جي انتظار ۾ پنهنجيون عمريون وڃائي، ڪارن وارن ۾ پرهه ڦٽي جي پهرين ڪرڻ جهڙي سفيد روشني سجائي، پنهنجي اکين جا خاب وڃائي، جيئري ئي مٽيءَ جي قبر ۾ دفن ٿي ويندئيون آهن، تيئن پنهنجو پيار به شايد اهڙي ستاري جيان هو، جيڪو ڏينهن جو ڪڙيو ۽ رات جي ٻاڪر ۾، پنهنجي منزل ماڻڻ کان اڳ ئي اڻ ڳڻيل پاتال ۾ وڃائجي ويو.

ها، پنهنجي پيار جي شروعات ڪنهن يونيورسٽي جي ڪاريڊور يا لائبريري کان ڪانه ٿي هئي، ۽ نه ئي ڪا روايتي پريم ڪهاڻين جيئن، تون ڪنهن سيٺ يا ويهين باويهين گريڊ جي آفيسر جي ڌيءُ هئينءَ، ۽ نه مان ڪو ٻهراڙيءَ جو غريب نوجوان هئس، جو پنهنجي ڪهاڻيءَ جو ڪلائيميڪس ظالم سماج جي وچ ۾ پوڻ سان وڇوڙي تي پهتو هجي- نه ئي تون ڪنهن جاگيردار جي محل سرا ۾ قيد، ڪا پري هئينءَ ۽ نه ئي آئون ڪو پينو فقير، پٽڪيل شهزادو يا جوڳي بنجي محل سرا جي در تي پهتس، ۽ اتي نيڻن جي ٻڪجڻ تي پنهنجو پريم ٿيو ۽ جڏهن ڪنهن لوڪ ڪهاڻي جي هيري جيان آئون ان ديو جهڙي ماڻهوءَ جا ڪوٽ لتاڙي، توکي آزادي ڏيارڻ آيس، پر جادوءَ جي زور تي پٿر جو بنجي ويس ۽ نه ئي پنهنجي پريم ڪهاڻي شهر جي ڪنهن ايئر ڪنڊيشنڊ ريسٽورنٽ کان شروع ٿي، ۽ فٽ پاٿ تي پيل

ڪنهن سرد لاش تي ختم ٿي.

ها بس، پنهنجي ڪهاڻي ته ايتري ئي آهي، جو آئون جنهن بس اسٽاپ کان چڙهندو هئس، تنهنجي سفر جي شروعات به اتان ٿي هئي. بس جو پهريون اسٽاپ هئڻ سبب تون ڊرائيور جي پويان لڳل فرنٽ سيٽ تي ويٺي هئينءَ ۽ آئون به پويان، به يا ٽي سيٽون ڇڏي، ساڳي پاسي ويٺو هئس- ۽ شايد تو وساري به ڇڏيو هجي ته اهو ڪهڙو ڏينهن هو، جو ڊرائيور جي سامهون لڳل آرسيءَ ۾، تنهنجي ٽنگيل اکين تائين منهنجي دل جا نوحا منهنجي اکين ذريعي تو تائين پهتا هئا. ۽ ها! انهن نوحن جو اثر هو، يا تنهنجي اکين کي به سپنن جي ڳولا هئي، جو موٽ ۾ مون کي نوحن سان گڏ سارنگ ۾ ڪڙندڙ اندلٺ ريڪائن جهڙا ڪومل سر آڻي ڏنائون ۽ ائين آرسيءَ ۾ ٽنگيل تنهنجي اکين جي رقص تي، منهنجي دل جي نوحن کي سوز سان گڏ ڪو سُر ۽ ساز مليو- پر شايد جيئن ستار جي تارن مان اتفاقاً ڪو سُر، ڪنهن موسيقار کي ملي پوي ۽ هو تارن جي ردم کي ياد رکڻ لاءِ پنهنجون آڱريون تارن جي پيچرن تي، تيستائين ڊوڙائيندو رهي جيستائين سندس آڱرين مان وهي نڪتل رت ان ساز جي سُر کي ٽوڙي وجهي، ۽ هو ان ٽٽل تند جي ڳولا ۾ وري وري زخمي ٿيندو رهي، پر ڪيس ڪڏهن به پيهر ساڳيو سُر نه ملي سگهي- ۽ اهڙيءَ طرح بس جي ڪنهن اسٽاپ، پنهنجي اکين ۾ سرجندڙ پيار جي سُرن جو ردم ٽوڙي وڌو ۽ پوءِ هزارين لکين ڪوششن جي باوجود به مان پيهر توکي نه پائي سگهيس. خبر ناهي ته تون ڪائنات جي ڪهڙي ڪنڊ ۾ آهين؟ پر آئون اڄ به جنهن بس ۾ چڙهند آهيان، ۽ ڊرائيور جي سامهون لڳل آرسيءَ ۾ ڪي اکيون ٽنگيل هونديون آهن، ته پنهنجي ويران دل جي نوحن جا پڪي انهن ڏانهن اُماڻي اوسيئڙو ڪندو آهيان، ته وري ڪڏهن ٿيون سي وڃائجي ويل اکيون، ساڻن گڏجي، سر سارنگ ڳائين.......

# خوابن جي ديس ۾ جاڳندڙ اڪيلو ماڻهو

اجا هاڻي ئي تہ سندس جوين جي پرهہ ڦٽي هئي، ۽ سندس من ۾ بند، محبتن جي سورج مکيءَ تي اجا ڪنهن سونهن جي سورج جو ڪو ڪرڻو بہ نہ لٿو هو. سندس مڌ پريل چپن اجا شبنمي ڪلين جو واس بہ نہ ورتو هو، جو ڪنهن انداهيءَ رات جو جاڳندي هن ڏٺو تہ ڌرتيءَ جي گولي جي جنهن ڪنڊ ۾ هو رهي ٿو، اتي اونداهي راتين جو فائدو وٺي ڪتا، بگهڙ، لومڙ، ۽ گدڙ گڏجي ڪري سونهن جا سورج مکي، محبتن جا گلاب ۽ چاهتن جا چمن اجاڙين ٿا، پر سڀ ڪان خطرناڪ ڳالهہ جا هئي، سا هيءَ تہ ڏينهن جي روشنيءَ ۾ نہ رڳو سندس ديس جا ماڻهو جاڳندا هئا، پر اهي چهرا، جيڪي رات جي اونداهيءَ ۾ ڪتا، بگهڙ، لومڙ، گدڙ بنجي ويندا هئا، سي بہ سندن جهڙا هئا، ۽ رات جي اونداهيءَ ۾ ستل بي خبر ماڻهو انهن چهرن ڪان اڻ واقف هجڻ سبب ڏينهن جو سندن غلامي ڪندا هئا ۽ رات جو آقائن پاران ڏنل خوابن جا ڪيپسول ڳهي سمهي پوندا هئا. ها، ڪيس ياد آيو تہ جڏهن ڪجهہ ڏينهن اڳ اوچتو چاچي ولڻ جو جوان پٽ غائب ٿي ويو هو ۽ ڳولا ڪانپوءِ پر واري شهر جي ٻاهران پوڪيل لوهي ڪنڊن جي ڪيت مان سندس رت جا نشان مليا هئا، ۽ ان سان گڏ بگهڙن، جي پيرن جا نشان، جن ۾ ڪجهہ پير ڳوٺ جي ڪتن جا بہ هئا، جن کي ڳوناڻن پاليو تہ پنهنجي ڳوٺ جي چوڪيداريءَ لاءِ هو، پر اهي ڳوناڻن جي غفلت پريءَ ننڊ جو فائدو وٺي، بگهڙن کي وٺي ايندا هئا ۽ ڳوٺ جو ڪونہ ڪو نوجوان رات جي اونداهيءَ ۾ غائب ٿي ويندو هو.

اوچتو آڪاس تي چمڪندڙ چنڊ کي راڪاس جهڙي [illegible] ڪڪ [illegible] ۾ ڳهي ورتو، ۽ هن جو ڏس [illegible]

چانئجندو ڏسي وني دانهون ڪيون "اٿو..... جاڳو..... ٻاريو...
اونداهه اچي پئي..... ڏسو..... جلدي ڪريو..... خدارا جاڳو.......
هو ڏسو پريان گدڙ اوناڙ ڪئي آهي، ڪتا ڀئونڪن پيا. ها، شايد
سائن بگهڙ ۽ لومڙ به آهن. وارو ڪيو، ڪا باهه ٻاريو.... ڪا روشني
ڪيو، نه ته هڪ هڪ ٿي مارجي وينداسين..." هو چرين جيان رڙيون به
ڪري رهيو هو، ڳوٺ جي ڳلين ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي به رهيو هو،
پر ماڻهو جيڪي سارو ڏينهن پيٽ جي جهنم کي ڀرڻ لاءِ آقائن جي
جوڙيل جاندهه ۾ ڦري ڦري پنهنجي پسند جي خوابن جا نيرا، ڳاڙها،
اڇا، ساوا ڪيپسول کائي مس هاڻ ستا هئا ۽ ووٽ جي پتن تي پاليل
ڪتن جي ڀئونڪ کين لولي ڏئي رهي هئي ۽ سوچون اونداهيءَ جي
سنگهرن سان سلهاڙيل هيون، سي سندس رڙين تي ڪٿي ٿا سجاڳ
ٿين! ها انهن مان جي ڪجهه جاڳيا به هئا ته پل کن لاءِ، اکيون مهٽي،
پنهنجي ووٽن تي پالبل ڪتن جي ڀئونڪ واري لولي بڌي سمهي تي
رهيا ته اهي پاڻهي بگهڙن کان سندن بچاءُ ڪندا.

- ۽ هو، جنهن جي جوين جي اجا هاڻ مس پرهه ڦٽي هئي،
جنهن اجا خوابن جو ڪو ڪيپسول نه کاڌو هو. هن اونداهيءَ راتين ۾
جاڳندي ڏٺو هو ته ڪيئن نه سندس ڳوٺ جا ڪتا، جن کي سندس
ڳوناٺا ووٽ جو ٽڪر وجهندا هئا، سي ٻاهران آيل بگهڙن کي رستو
ڏيکاريندا هئا. ڳوٺ جي مسجد جو پيش امام لومڙ جي کل پائي
بگهڙن جو آڌر ڀاءُ ڪندو هو ۽ ڳوٺ جي مشاورتي ڪائونسل جو ميمبر
گدڙ بنجي، بگهڙن لومڙن ۽ ڪتن جي صلاح سان جوانين جو پوکيل
فصل (جن وٽ ڳاڙهن گلابن جي رت اچڻي هوندي هئي) لٽندو هو.

پري کان اينڊڙ بگهڙن جا آواز ويجها ٿيندا ٿي ويا. ڳوٺ جي
ڪتن ڀونڪي سندن آجيان ٿي ڪئي، ۽ هو ڳوٺ جي گهٽين ۾ چرين

جيان. جاڳو....... جاڳو......... جا آواز ڏئي رهيو هو تہ اوچتو ڪاري ڪڪر جي ٻڪ مان چند ڦڙا پاڻي ڇڏائبي، هلڪي هلڪي روشني ڦهلائي ڇڏي. جنهن کي ڏسي ٻڪهڙ ٻوٽ ڪان ڪجهہ پر پرو بيهي رهيا، ٻوٽ جا ڪتا خاموش ٿي ويا. ڇاڪاڻ تہ کين خبر هئي، روشني ڪهڙي بہ هجي، ٻوٽ وارن جي اکين ۾ سيئون ٿي چُڀندي، ۽ هو خوابن جا رانديڪا پوري سجاڳ ٿي پوندا.

# ٻڏندڙ سُرن جي آخري صدا

سج، ڪنهن زخمي ٿيل سپاهيءَ جيان هڏڪي پري، رت جي آخري گرڙي آڪاس تي ڇانيل ڪڪرن تي اڇلائي- ۽ پاڻ ٻي ستو ٿي، ڏور ڏرتيءَ جي اونداهي پولار ۾ گم ٿي ويو. ڪجهه دير ڪان پوءِ تارن جا ڏيئا اونداهي پولار ۾ ائين ٻري پيا ڄڻ آڪاس ڪي اُرڙي نڪتي هجي- ۽ سنڌوءَ جو ميرا نجهڙو پاڻي ڪنارن سان ٽڪرائي عجيب سُر پيدا ڪري رهيو هو. جو اوچتو ملاحن جي جهوپڙين ڪان ڪجهه پريرو هڪ واريءَ جي دڙي تان بانسريءَ جا سُر فضا ۾ ٽانڊاڻي جيان پکڙجي ويا.

بانسريءَ مان نڪرندڙ سُرن جا ڪبوتر هوائن جي زلفن تي سوار ٿي، جڏهن سانت پولار ۾ اڏاڻا ته ائين لڳو ڄڻ خاموش ڪائنات وجد ۾ اچي رقص ڪندي هجي- ۽ اهو رقص ايستائين جاري رهيو، جيستائين سرن ۾ ساهه ڦوڪيندڙ "سانوڻ" ٻي ستو ٿي بانسريءَ کي چپن تان هٽائي اڪيون ٻوٽي پولار ۾ ٻڏندڙ سرن جي پڙاڏن کي ٻڌڻ جي ناڪام ڪوشش ڪرڻ لڳو ۽ تڏهن بانسريءَ جي سرن جي موت تي ڪيس فضا ۾ رڳو ماتمي ماڻار ئي محسوس ٿئي ٿي. ڪيس ائين لڳو ڄڻ ڪائنات، سرن جي موت تي ٻن منٽن جي خاموشي اختيار ڪئي هجي. جيئن اسان وٽ ڪنهن مها پر غريب فنڪار جي موت تي ڪنهن شهر جي ايئرڪنڊيشنڊ هوٽل ۾ گهرايل ميڙ جي موقعي تي ٻن منٽن جي خاموشي اختيار ڪئي ويندي آهي. اڃا هو ڪالهه ئي ته حيدرآباد مان موٽيو هو. استاد نواز علي جي ياد ۾ سڏايل ڪانفرنس تان،،، استاد نواز علي جي ياد ايندي ئي ڄڻ ته سندس اکين جا بند ٽٽي ٽا پون

۽ اکين مان لڙڪ بي موسم بادل جيان برسي ٿا پون، ۽ سندن من تي يادن جي اندلٺ اپري ٿي پوي.

استاد نواز علي جيڪو نه رڳو بانسريءَ جو ماهر استاد هو، پر الغوزو به سندس جهڙو ڪير نه وڄائيندو هو. هو جڏهن بانسري چپن تي رکي ڪو سر الاپيندو هو ته ائين پاسندو هو ڄڻ سرن جو ڪو زنده وجود هجي، جيڪي ٻڌندڙن جي آڏو اچي رنگ برنگي رقص ڪندا هجن. شايد ئي ڪو اهڙو ماڻهو هجي جيڪو سندس سرن تي وجد ۾ اچي، رقص نه ڪندو هجي- ۽ جيڪڏهن استاد رات جي پوئين پهر سر مومل راڻو ڇيڙيو پوءِ ته ڄڻ وڇوڙي جي ورلاپن تي ڪائنات به روئي پوندي هئي- ۽ جنهن جي سرن تي ڪائنات به روئي پوندي هئي سو جڏهن ڪراچي جي هڪ گمنام اسپتال جي ڪينسر وارڊ ۾ مئو ته مٿس روئڻ لاءِ "سانوڻ" کان سواءِ ڪو ٻيو نه هو! ڪيس ياد آيا ته اسپتال ٻاهران بينل خزائن جا ماريل اهي بي لباس وڻ جن تي هاڻ پکين واهيرا ڪرڻ به ڇڏي ڏنا هئا. ها شايد بيمار فنڪار به خزائن جا ماريل وڻ آهن جن وٽان جڏهن سرن جا ڪبوتر رسي وڃن ته پوءِ پنهنجا به پراوا بنجيو پون.

هن کي ياد آيا اخبارن جا اهي وڏا وڏا بيان، جن ۾ نالا ته سئو سئو ماڻهن جا هئا ۽ مطالبو هوندو هو ته استاد نواز علي جو علاج ڪرايو وڃي، پر انهن نالي وارن مان ڪوبه شخص هلي ساڻس مزاج پرسي ڪرڻ نه آيو هو ۽ جي آيا به هئا ته ڪجهه نوجوان به ٽي هزار چندو ڪري ڪٺي آيا هئا- ۽ اهي پئسا استاد پرواري بيڊ تي آيل هڪ بيوه جي ابهم پٽ کي دوائون وٺي ڏيڻ تي خرچي ڇڏيا هئا. اهو چئي ته "بابل! پاڻ هوندئين ئي لهندڙ سج آهيون، دنيا کي جيترو ڏسڻو هو ڏٺوسون، ها هيءُ معصوم پرهه ڦٽي جو پهرين ڪرڻو آهي، خدا ڪري منهنجي زندگيءَ جا رهيل پل به هن کي ملن ۽ هي جواني ماڻي."

استاد جي انهن لفظن جڻ تہ ساوڻ جي من ۾ وڏا وڍ وڌا هئا، جو هو استاد کي پلڪر پائي سڏکي پيو هو. ۽ استاد کيس آٿت ڏيندي چيو هو، ”چريا فنڪار مرندا ٿوروئي آهن. سندن جسماني موت کان پوءِ هنن جا روح سُرن جو روپ وٺي وري ڌرتي ڏانهن ورندا آهن- چڱو هاڻ هيءَ وٺ بانسري، ۽ ياد رک جڏهن بہ تون هن مان ڪو سر الاپيندين تہ يقينن منهنجي موت کان پوءِ منهنجو روح هن مان نڪرندڙ سرن جي سڏ تي موٽي...... ايند.........“ استاد اجا گهڻو ڪجهہ چوڻ پئي گهريو پر سندس لفظ چپن جي پچري ۾ ڦاسي پيا ۽ سندس روح آزاد هوائن سان وڃي ياڪرين پيو- ۽ هو پئسا نہ هئڻ ڪري استاد جو لاش بہ اسپتال جي خيراتي شعبي جي حوالي ڪري آيو تہ جيئن سندس ڪفن دفن ٿي سگهي-

۽ ڪالهہ جڏهن هو حيدرآباد جي هڪ ايئرڪنڊيشنڊ هوٽل ۾، استاد جي ياد ۾ سڏايل ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو هو تہ اتي استاد جي مان ۾ پڙهيل مقالن ٻڌڻ کان پوءِ هن دل ٿي دل ۾ وڏا ٽهڪ ڏنا هئا- ۽ جڏهن سندس بانسري وڄائڻ جو وارو آيو تہ اندر جي ڦٽن اڪلي پوڻ سبب هو روئي پيو هو ۽ سندس من چاهيو هو تہ پرئي هال ۾ سيني جي آڏو بانسري ڦٽي ڪري احتجاج جي صدا بلند ڪري تہ ڇا توهان رڳو مئن تي مقالن پڙهڻ جا گر ڄاڻو ٿا؟! اوهان وٽ اڄ بہ جيئرن جو قدر ڪونهي! خبر ناهي تہ هن وقت بہ ڪيترا استاد نواز علي جهڙا عظيم فنڪار، اديب، ۽ دانشور، بک، بيماري، بيروزگاريءَ جي ڪيترن ئي ڪينسر واردن ۾ بي موت مري رهيا آهن. انهن لاءِ ڇا پيا ڪريو؟! پر هو ائين ڪرڻ جي همٿ ساري نہ سگهيو هو. ۽ پنهنجي اندر جو سمورو احتجاج،۽ دک درد، بانسريءَ جي سرن ۾ سموهي ڇڏيو- پر..... پر هاڻ تہ کيس احتجاج ڪرڻ کان ڪير روڪي بہ نہ ٿو

سگهي ۽ اوچتو هن جو ساڄو هٿ فضا ۾ بلند ٿيو. سندس هٿ ۾ جهليل بانسري سنڌوءَ جي لهرن جي هنج ۾ وڃي ائين ڪِري جيئن ڪو زخمي ٿيل پکي پنهنجي آخري احتجاجي صدا بلند ڪري وڃي موت جي پاڪر ۾ پوندو آهي.

مانئي فضا ۾ ڪجهه دير ڪان پوءِ شور ٿيو ۽ پولار ۾ سڏڪن جي پڙاڏن سان گڏ رات هيٺ اونهي پاتال ۾ لهندي ٿي وئي. سانوڻ جي يادن جا پکي اڏ نند، اڏ جاڳ ۾ بي انت فضا ۾ پٽڪڻ لڳا- بي منزل، بي مقصد....

# خلا ۾ لٽڪيل زندگي

سياري جي رات ڪنهن نامهربان محبوبا جيان پنهنجا زلف ويڙهي وجي رهي هئي، ۽ ڏور ڪنهن مسجد مان ايندڙ اذان جو آواز، جڻ تہ ڪنهن عاشق لاءِ درد جو نوحو بنجي بدن ۾ ٿي آيو. مون هن ڏانهن ڏٺو: سندس ٻن آڱرين جي وچ ۾ قاتل سگريٽ فلٽر تائين سڙڻ کان پوءِ اجهامي چڪو هو، ۽ هو ڪنهن معصوم ٻار جيان، جيڪو من پسند رانديڪو ملڻ کان پوءِ پنهنجي ڌن ۾ گم ٿي، پنهنجي چوڌاري وسيل دنيا کي وساري ويهندو آهي، بي خبر ٿي ويو هو. هن کي بہ شايد من پسند خوابن جا رانديڪا هٿ اچي ويا هئا، جو هاڻ پرسڪون ٿي سمهي رهيو هو ۽ منهنجي ذهن ۾ اجا تائين سگريٽ ۾ ٻرندڙ ٽانڊن جيان سندس لفظن جا پڙاڏا ٻري رهيا هئا. ها! لفظ، جيڪي ڪڏهن ريشمي ۽ ڪپهہ جهڙا نرم ۽ ملايم، تہ ڪڏهن ٻاٻري ڪنڊ جيئان چيندڙ جلائيندڙ ٿي لڳا- ڪيس لفظن جا زخم ايترا لڳي چڪا هئا، جو هاڻ وٽس لفظن جو ڪوبہ مفهوم نہ رهيو هو. لفظ سندس لاءِ بي معنيٰ آواز، ۽ لڪيرن کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ رهيا هئا. پر پوءِ بہ ڪڏهن ڪڏهن من ۾ ايندڙ درد جي طوفان کي روڪڻ جو طريقو وٽس لفظ ئي هئا، جن کي هو ڪڏهن ڪاغذن تي پکيڙي، تہ ڪڏهن سامهون ويهندڙ شخص کي ٻڌائي، سڪون محسوس ڪندو هو.

- ۽ رات بہ جڏهن هو من جي ويران گهٽين ۾، يادن جي قافلي جي ڪاهہ کي روڪي نہ سگهيو ۽ درد، سندس من ۾ سگريٽ جي ٽانڊن جيان دکي پيا هئا، تہ لاڳيتار چرس جا چار پنج سگريٽ پي، کين سمهارڻ جي ڪوشش ڪئي هئائين- پر يادن جي ٻرندڙ آگ تيز تر ٿيندي وئي، ۽ هن ڪاغذ قلم جو سهارو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي....
پر ڪانئس ڪڏهن ڪڏهن شاعري بہ ائين رسي ويندي هئي، جيئن پن

چڻ رُت ۾ بي لباس وڻن کان، مٿن واهيرو ڪنڊڙ ٻڪي رسي ويندا آهن- ۽ پوءِ هن اچي منهنجي ڪمري جو در کڙڪايو. اڌيءَ رات ڪيس پنهنجي ڪمري جي در تي ڏسي، مان سمجهي ويس ته اڄ وري سندس من جا ڪکر پرجي آيا آهن. ۽ هو ان ڪلهي جي ڳولا ۾ آهي، جنهن تي ڪنڌ رکي، ڪجهه پل روئي، من جو بار هلڪو ڪري سگهي- ۽ مون بنا ڪجهه چوڻ جي ڪيس پنهنجي ٻانهن جو ويهاڻو آڇيو- ۽ هو جڏهن روئي ٿڪو، ته هن ڳالهائڻ شروع ڪيو. سندس لفظن ۾ اندلٺ جا مڙئي رنگ رچيل هئا-

ها! جوانيءَ جي خوابن جو پهريون رنگ ڳاڙهو هو. جنهن ۾ هن آدرش ۽ انقلاب کي پسيو هو. انقلاب سندس لاءِ مذهب کان وڌيڪ مقدس ۽ پيار کان به پوتر هو. ها! پيار، جنهن يونيورسٽيءَ جي پهرئين سال ۾ ئي، سندس اڳيان "سيما" جو روپ ڌاري، سوڀڪار ٿيو هو- پر هن، هڪ انقلابي هئڻ ڪري، "سيما" جي نگاهن جي مڙني صدائن ۽ سندس چپڙن جيڏيءَ ۾ ٽڙيل، پيار جي مڙي ڪنول گلن کي، اهو چئي موٽائي ٿي ڇڏيو- ته "سيما! آزادي منهنجي محبوبه، ۽ انقلاب منهنجو پيار آهي. ها! جي تون مون سان هن پٿريلي راهه تي گڏ هلڻ ٿي چاهين ته پوءِ گڏ هلي سگهجي ٿو، پر مان پنهنجو آدرش ڇڏي، هن سماج ۾ پنهنجي هڪ الڳ جهوپڙي اڏي، توسان گڏ زندگي نٿو گهاري سگهان.

- ۽ ائين جڏهن هو اڃا يونيورسٽيءَ جي ٽئين سال ۾ ئي هو، ته "سيما" جي شادي، پنهنجي برادريءَ جي هڪ نوجوان سان ٿي وئي هئي- ۽ سچ ته هو ان ڏينهن تي به نه رنو هو، جڏهن هن شهر جي هڪ شاديءَ هال وٽ "سيما" کي آخري پيرو الوداع ڪيو هو. ڇو ته سندس من ۾ ٽڙيل محبتن جا مڙئي گلاب، انقلاب ۽ آزادي لاءِ هئا، پر شايد ڪي ڪي آدرش به مٽيءَ جي گهرڙن جهڙا ٿين ٿا! ڇو ته جڏهن عالمي طور تي ڪي تبديليون آيون، ۽ سندس سروائيءَ ڪنڌ ڪي ڪامريڊ وڃي گهر وينا، ڪي جمهوريت پسند ٿي ويا ته ڪي وري صوفي ٿي

وجي درگاهن تي وينا ۽ ڪي مصلحت پسند بڻجي ويا- ۽ اهڙيءَ طرح جڏهن ساڄي ۽ کاٻي ڌر جو فرق بہ نہ رهيو— تڏهن هو، جيڪو انقلاب جي خوابن جي بدلي، پنهنجي جوانيءَ جا مڙئي خواب وڪڻي چڪو هو- ۽ ونس سواءِ ڳاڙهن، نيرن ۽ ڪارن ڪتابن جي، ٻيو ڪجهہ بہ نہ رهيو هو، تنهن ڪي سماج اندر پنهنجو وجود ائين لڳو، چڻ پولار اندر پٽڪندڙ ڪو مصنوعي گره هجي! جنهن وٽ نہ ڪائي منزل، نہ ڪو نشان..... بس ٻي ڪران ۽ وسيع پولار..... ۽ اونداهي.....

...پر ان کان اڳ جو هو پولار جي ڪنهن اونداهي ڪنڊ ۾ دفن ٿي وڃي ها، شاعري، کيس جيئڻ جو جواز مهيا ڪيو- ۽ هن جيل جي اونداهي ڪوٺين کان وٺي، شهر جي روشن فٽ پاٿن تي هلندي، ڏٺل مڙني خوابن کي، لفظن جو روپ ڏئي ڪاغذ جي حوالي ڪرڻ شروع ڪيو. ۽ ڪان جڏهن بہ مٿس اڪيلائپ جو احساس حاوي ٿيندو هو، يا زندگيءَ ۾ رهجي ويل خلا کي، محبتن جي رنگن، خوشبوئن ۽ آوازن جي ضرورت پوندي هئي، تہ هو پنهنجي شاعريءَ ۾ درد جا مڙئي رنگ، وچوڙي جي سموري خوشبوءِ ۽ سڏڪن جا سڀ آواز اوتي، چرس جي سگريٽن جا ڪش ڀري، پولار تائين پهچندڙ پڙاڏن سان وڏا وڏا ٽهڪ ڏيندو هو- ٽهڪ! زخمي ٽهڪ............ سڏ ڪندڙ ٽهڪ........

........ ۽ اڄ بہ جڏهن آڌيءَ ويلي،د ر تي نڪ نڪ ٿي هئي، تڏهن مون سمجهي ورتو هو تہ اڄ وري سندس من جا ڪڪر پرجي آيا آهن- ۽ هو ان ڪلهي جي ڳولا ۾ آهي، جنهن تي ڪنڌ رکي، ڪي پل روئي، من جو بار هلڪو ڪري سگهي.

# شاخ تان ٽٽل آخري پن

رات ڪنهن وڏو اناريءَ جيان، اماوس جو ڪارو ويس پائي، آهستي آهستي سڏڪي رهي هئي، ۽ آڪاش تي ٽڙيل تارا ڳلن تي تري آيل لڙڪن جيان ٿي لڳا. سندس بي خواب اکين کان ننڊ ائين پري هئي. جيئن ڪو مسافر سارو ڏينهن ڪنهن صحرا ۾ سرابن پويان ڊوڙندي ڊوڙندي پنهنجي منزل وڃائي ويٺو هجي- ۽ هو سوچڻ لڳي ٿو تہ ڇا زندگي خواهشن جي چار ۾ ڦاٿل اهو ڪبوتر آهي، جيڪو رزق جي ڳولا ۾ ڀٽڪندي ڀٽڪندي ڪنهن شڪاريءَ جي پڃري ۾ ڦاسي ٿو ۽ موت ئي اچي ڪيس آزادي ڏياري ٿو. ها، موت جي ياد اچڻ تي سندس ذهن جي پردي تي گذريل ڏينهن وارو منظر تري ٿو اچي، جڏهن هن چاچي محبت علي کي قبر ۾ لاهڻ کان اڳ سندس آخري ديدار ڪيو هو تہ ڪيس ائين لڳو ڄڻ ماءُ کان وڇڙيل ڪو ٻار روئيندي روئيندي اوچتو ننڊ پئجي وڃي، ۽ سندس چهري تي اڃا ڪجهہ ڏک ۽ پيڙاءُ جون ريکائون رهيل هجن.

ها، شهر جي هڪ پرهجوم روڊ جي فٽ پاٿ تي پراڻو گهاٽو ٻڙ جو وڻ، ٻڙ جي ڇانو ۾ ٿي چار ڪاٺ جون بئنچون، وڻ جي ٿڙ وٽ ڪاٺ جي ٽيبل تي مٽيءَ جو چلهو ۽ ان ۾ ٻرندڙ باهہ مٿان ڪڙهندڙ چانهن جو منظر، سندس اکين اڳيان ڦري ويو- ۽ اتي ئي هڪ ڏينهن ناشتو ڪندي هن چاچي کي چيو هو. "چاچا هاڻ تہ تنهنجي آرام ڪرڻ جا ڏينهن آهن، پوءِ ڇو ٿو ايڏي محنت ڪرين؟!" چاچي ڏڪندڙ هٿن سان ڪيس چانهن ڏيندي چيو هو: "بس پٽ، باقي ٿوري وقت جي ڳالهہ آهي. گذريل سال سرڪاري نوڪري جا پنجويهہ سال پورا ڪري ريٽائرڊ ٿيو آهيان، ريٽائرمينٽ تي مليل پئسن مان، خير سان نياڻي کي شينهن ڪلهي چاڙهيم، ڪجهہ پراڻو قرض لاٿم- ۽ ٻہ جوان پٽڙا آهن، هڪڙو

انجنيئريءَ جي آخري سال ۾ آهي، ۽ ٻيو ڊاڪٽريءَ جي ٽئين سال ۾ آهي ۽ مون کي پينشن جيڪا ملي ٿي تنهن مان ٻچڙن جي پڙهائيءَ جو خرچ نہ ٿو پورو ٿئي، سو مڙئي في الحال محنت ڪرڻي آهي، سال ڏيڍ ڪانپوءِ يڪو آرام ملندو. سو پٽ!- آهي هاڻ، سال ڏيڍ جي ڳالهہ" ۽ ائين اوچتو سندس بدلي ٿي وئي حيدرآباد شهر مان ....۽ پوءِ يڪو هو ٻہ، سال ٻہ وري "چاچي" سان نہ ملي سگهيو هو. ۽ جڏهن ڪنهن ڪم سانگي هو حيدرآباد آيو هو تہ اوچتو ان روڊ تان گذرندي، کيس "چاچو محبت علي" ياد آيو. کيس يقين هو تہ چاچو هاڻ مشڪل ملي، جو سندس پٽ انجنيئري جي آخري سال ۾ هو، سو يقينن هينئر ڪنهن روزگار سان لڳو هوندو، سو چاچو بہ هوٽل بند ڪري وڃي گهر ۾ آرامي ٿيو هوندو- پر پوءِ بہ پنهنجو شڪ لاهڻ خاطر هو جڏهن ٻڙ جي وڻ وٽ پهتو هو تہ چاچو محبت علي ۽ سندس هوٽل جيئن جو تيئن موجود هئا- پر سندس هٿن جي ڏڪڻي اجان وڌي وئي هئي ۽ وقت سندس چهري جي ريکائن ۾ هڪ ٻن ليڪن جو وڌيڪ اضافو ڪري ڇڏيو هو. چاچي پهرين تہ کيس ڪونہ سڃاتو پر پوءِ تفصيلي تعارف جڏهن ٿيو تہ چاچي کڻي کيس پنهنجي ڀاڪر ۾ ورتو ۽ خبر ناهي تہ ڇو جڏهن هُو گلي ملي ڌار ٿيا تہ چاچي جي اکين ۾ ٻہ چار لڙڪ هئا- ۽ پوءِ زماني جا احوال ڪندي کيس چاچي ٻڌايو تہ وڏو پٽ انجنيئر پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ميرٽ تي اسڪالر شپ ملڻ ڪري- آمريڪا هليو ويو آهي، ۽ ڪالهہ ئي سندس خط آيو آهي تہ هن نہ رڳو اُتي شادي ڪئي آهي، پر هاڻ هميشه هميشه لاءِ اتي رهڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو اٿس، ۽ اهو ئي سبب آهي جو هو اجا هوٽل هلائي رهيو آهي، تہ جيئن سندس ڊاڪٽري پڙهندڙ پٽ، جيڪو هاڻ آخري سال ۾ هو سو پنهنجي پڙهائي مڪمل ڪري ۽ سندس ٻوڙهائپ جو سهارو بنجي- چاچي مرڪندي ڳالهہ کي اُتي ختم ڪيو هو - "بابا، باقي سال ڇهہ مهينا پوءِ آخر تہ آرام ئي ڪرڻو آهي-" ۽ ائين هو پنهنجي من تي اداسي جا پاڇا کڻي

واپس وريو هو، پنهنجي شهر ڏانهن.... تہ وري اوچتو ڪجهہ مهينن کانپوءِ کيس حيدرآباد ڏانهن ٽرانسفر ڪيو ويو. جتي کيس پنهنجي اباڻي شهر ڇڏڻ جو ڏک ٿي رهيو هو، اُتي چاچي محبت علي جهڙي ماڻهو جي قرب ملڻ جي اميد هئيس، سو هن جي دل ۾ اُداسي جي گلن ٽڙڻ سان گڏ ڪجهہ اُميد جون ڪليون بہ هُيون ۽ اتي هو اچي وري حيدرآباد پهتو هو. شهر، جتي محبتون ائين اڻ لڀ هونديون آهن، جيئن ڪاغذ جي گل مان خوشبوئن جو ملڻ- سو هو بہ جڏهن پاڻ کي اڪيلائپ جي نٿهڻ اُس ۾ پائيندو هو تہ سندس پناهہ گاهہ بڙ جي ڇانو ۾ نهيل اعا هوٽل هوندي هئي، جتي چاچي محبت علي جهڙو ماڻهو هوندو هو، جنهن جون پيار پريون ڳالهيون کيس ائين وندرائي ڇڏينديون هيون، جيئن ڪنهن ضدي ٻار کي خوبصورت رانديڪن سان رجهائبو آهي.

هڪ سرد صبح جو جڏهن هو ناشتي ڪرڻ لاءِ چاچي جي هوٽل تي پهتو هو تہ کيس حيرت جو جهٽڪو لڳو. چاچو ڪاري ڪمبل ۾ ويڙهيل پريان وڻ جي هينيان وينو هو، ۽ چُلهہ نريل هئي. هن ڪانئس پڇيو: "چاچا خير تہ آهي!؟" "ها بابل خير آهي" سندس آواز مان ڏک جو پڙاڏو صاف ٻڌڻ ۾ ٿي آيو ۽ پوءِ چيائين تہ پُٽ !"اڳي ٻڌبو هو تہ نياڻيون پرايو ڌن آهن، پر اڄ خبر پئي تہ پُٽ بہ پنهنجا ناهن هوندا، مون واري ڊاڪٽر پٽ بہ پاڻ سان پڙهندڙ ڇوڪريءَ سان شادي ڪري ڇڏي آهي! ۽ هاڻ هو بہ هي ملڪ ڇڏي ڪنهن عرب ملڪ ڏانهن زال سميت وڃي رهيو آهي، هميشه هميشه لاءِ مونکي اڪيلو ڪري! سو هاڻ تہ منهنجي بہ آرام ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي، مون اڪيلي لاءِ سرڪار کان ملندڙ پينشن ڪوڙ آهي، سو هاڻ هوٽل هلائي ڇا ڪندس!"

۽ ائين چئي هو سڏڪن ۾ پئجي ويو هو. چاچي هوٽل تہ بند ڪري ڇڏي پر بڙ جي وڻ سان ياري نہ ڇني هئائين ۽ روز صبح کان وٺي شام تائين اتي ئي وينو هوندو هو ۽ هو بہ ڪڏهن ڪڏهن اتان

گذرندي سائس دعا سلام ڪري وڃندو هو، پر شايد پوڙهن ماڻهن جيان پوڙها وڻ بہ قابل نفرت هوندا آهن، جو شهر جي ميونسپالٽي وارن فٽ پاٿ تي بيٺل وڻ ڪي ڪپرائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ائين فٽ پاٿ تان جڏهن وڻ ڪي ڪٽيو پئي ويو تہ چاچو وڻ جي ٿڙ ڪي ڀاڪر پائي ائين رنو هو ڄڻ ڪنهن ٻار کان سندس ماءُ ڇني وئي هجي ۽ ان جي ٻئي ڏينهن فٽ پاٿ تي پيل وڻ جي ڪاٺ جي ٽڪر سان گڏ ميونسپالٽي وارن ڪي چاچي جو لاش بہ ڪٺو پيو هو! ڄڻ سندس ساهہ جي ڏور بہ جي وڻ سان ڳنڍيل هئي جو ٻڙ جو موت سندس موت ثابت ٿيو هو

۽ هن جڏهن ڪلهہ چاچي محبت عليءَ جو لاش ميونسپالٽي وارن کان وٺي پاڻ دفنايو هو تہ کيس ائين لڳو ڄڻ وڻ جي شاخ تان ٽٽل آخري پن هجي- ۽ اهو ئي سبب هو جو اڄ سندس نيڻن جو رستو نند پلجي وئي هئي ،۽ کيس ائين لڳي رهيو هو،ڄڻ رات اماوس جو ڪارو ويس پائي، آهستي آهستي سڏڪي رهي هجي!

# هڪ ڪهاڻي هُن جي ناليِ

مونکي لائبريري ۾ آئي اڃان ٿوري دير ئي ٿي هئي، جو اوچتو ڪنهن منهنجي ڪتاب پڙهڻ ۾ رخنو وڌو. ڪاوڙ ڀريل نگاهن سان هن ڏانهن نهاريم، پر هن جي چهري تي ڇانيل معصوميت ۽ سندس اکين جو التجائي انداز ڏسي، نرم لهجي ۾ چيم " بابا ڇا ڳالهه آهي؟" " سائين! توهان وٽ جيڪڏهن ٽائيم هجي ته توهان سان ٿورو ڳالهائڻو اٿم" هن نماڻائيءَ واري انداز ۾ چيو.

- ۽ نه چاهڻ جي باوجود ڪتاب بند ڪري هن سان گڏ لائبريري هال کان ٻاهر آيم. هال ٻاهران نهيل "لان" تي ويهي ڏانهس سواليه انداز ۾ نهاريم، ۽ هن ڳالهائڻ شروع ڪيو "سائين مان توهان جون ڪهاڻيون پڙهندو آهيان ۽ سچ ته توهان جون هڪ ٻه ڪهاڻيون اهڙيون هيون، جن جو ڪردار مون پاڻ کي ٿي سمجهيو، پر مان چاهيان ٿو ته توهان منهنجي نالي سان منهنجي سچي ڪهاڻي لکو. ڇاڪاڻ ته مان پنهنجي ڪهاڻي لکي نه ٿو سگهان ۽ جي توهان منهنجي ڪهاڻي لکي ته سچ مان سڄي عمر اوهانجو احسانمند رهندس..." ۽ مون هن سان، سندس ڪهاڻي لکڻ جو واعدو ڪيو.

هن ٻڌايو ته سائين مان هن لائبريري ۾ گذريل پنجن سالن کان " بڪ سارٽر" آهيان، منهنجي ذهن ۾ به ڪمپيوٽر جيان هن لائبريريءَ جا سڀ ڪتاب ۽ ان جا ڪوڊ فيڊ ٿيل آهن، لائبريري جو ڪو به پڙهندڙ جڏهن پني تي ڪوڊ نمبر ۽ ڪتاب جو نالو لکي مون کي ڏيندو آهي ته مان فورن ڪيس مطلوبه ڪتاب آڻي ڏيندو آهيان. هونئن ته آئون زندگيءَ مان ڪافي مطمئن هئس، پر خبر ناهي ڇو ڪڏهن ڪڏهن مونکي پنهنجي زندگي به لائبريريءَ ۾ پيل ان اداس ڪتاب جيان لڳندي هئي، جنهن کي اڄا ڪنهن جي به نرم و نازڪ آڱرين

ڇهيو نہ هجي ۽ ڪائي نظر سندس ورقن تائين پهتي نہ هجي، سو ڪڏهن ڪڏهن زندگيءَ جي خالي پڻي سبب، تمام گهڻو اداس ٿي ويندو هيس- ۽ ايئن ئي هڪ ڏينهن پنهنجي اڪيلائپ تي اداس سوچن ۾ ٻڏل هيس تہ اوچتو منهنجي ڪنن تي اهڙو آواز آيو، ڄڻ پرهہ ڦٽيءَ مهل ڪي پکي ٻوليندا هجن! سچ تہ ان آواز ۾ جيڪا مناڻ هئي،جيڪا موسيقي هئي، ان جي تشبيهہ مون جهڙو ادب کان وانجهيل ڪو ماڻهو نہ ٿو ڳولي سگهي. سائين هن جي هٿن ۾ ڪتاب گهرائڻ واري سلپ هئي ۽ جڏهن مون هن کان اها سلپ وٺندي سندس اکين ۾ نهاريو تہ خبر ناهي ڇو مونکي اهي اکيون سمنڊ جهڙيون نيريون ۽ وسيع لڳيون، مون پاڻ کي انهن ۾ ٻڏندي محسوس ڪيو، پر سندس تيز گهور جي تاب نہ آڻي جلدي جلدي وڃي سلپ تي لکيل ڪتاب ڪڍي آيس. ها، هوءَ مونکي سمنڊ جيان لڳي هئي، ۽ مون پاڻ کي اها لهر پاتيو هو، جيڪا بيچيني ۽ تڙپ وچان ڪنارن سان ٽڪرائجي واپس سمنڊ ۾ وڃي سمنڊ جو حصو ٿيڻ چاهيندي آهي، پر ٻي درد سمنڊ وري ڪيس ڪنارن ڏانهن اڇل ڏيندو آهي.

- ۽ ايئن هوءَ روز ايندي هئي، مان ڪائنس سلپ وٺڻ وقت هن جي اکين جي سمنڊ ۾ ٽٻي هڻڻ جي ڪوشش ڪندو هوس، ۽ شايد سچائي سمنڊ پار ڪري اونهاين ۾ بہ پهچي وڃي ٿي، سو نيٺ مون بہ هن جي اکين جو سمنڊ پار ڪري وڃي هن جي من پاتال ۾ خيما کوڙيا ۽ اهڙيءَ طرح هوءَ سمنڊ ۽ مان لهر گڏجي ڪري هڪ ٿي وياسين. هن جي ۽ منهنجي هڪ ٿيڻ کي روڪڻ لاءِ ڪيترائي طوفان ڪڙا ڪيا ويا، پر هوءَ سڀ رشتا ناتا ڇني اچي منهنجي ٻن ڪمرن واري سرونٽ ڪوارٽر ۾ رهي. هوءَ، جيڪا حويلين جي پليل هئي سا جڏهن روايتن سان بغاوت ڪري آئي تہ هُن غربت خلاف جنگ ۾ بہ منهنجو ساٿ ڏيڻ چاهيو ۽ مون کيس خوشيءَ سان ماسٽري ڪرڻ جي اجازت ڏني. اجا اسان جي زندگيءَ جي ٻيڙي سنئين لهرين مس تي هئي جو هڪ طوفان

منهنجي زندگيءَ کي ويران صحرا جيان بنائي ڇڏيو. ها سائين انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾ هنگاما ٿيا هئا ۽ هوءَ جڏهن لطيف آباد مان پنهنجي اسڪول مان واپس اچي رهي هئي ته ڪيس اغوا ڪيو ويو ۽ سائين........

سندس ڳالهه اڌ ۾ رهجي وئي هو سڏڪي رهيو هو، سندس اکين مان لڙڪ ايئن ٿي ٽميا، جيئن شمع پنهنجي تنهائي تي روئيندي رات جي آخري پهر ۾ پهچندي آهي. مونکي ايئن لڳو، ڄڻ هوءَ اندران ئي اندارن ميڻ جيان رجي رهيو هو، ڳري رهيو هو، سو هي ڪهاڻي ان لائبريريءَ جي ٻُڪ سار ٿر جي نالي آهي. جنهن جي محبوبه کي اغوا ڪري، ڏنپ ڏنا ويا ۽ هوءَ بي عزتيءَ جو صدمو نه سهي، اڄ تائين چرين جي اسپتال ۾ داخل آهي.

## ڪهاڻيءَ ڪان رنل لفظ

هو لفظن جو بازيگر سڏبو هو. ڪهاڻيون هن ڪي لکنديون هيون يا هي ڪهاڻين کي لکندو هو پر، سندس قلم جي نوڪ سان ڪاغذ تي لفظ ائين رقص ڪندا هئا، جيئن ڪنهن ماهر رقاص جي اشارن تي ڪنهن نرتڪيءَ جو بدن رقص ڪندو آهي، - پر اڄ ڪائنس لفظ ڪنهن ضدي محبوبہ جيان رنل هئا. هن لفظن کي پرچائڻ خاطر خبر ناهي تہ ڪيترا سگريٽن جا پاڪيٽ ساڙيا، ۽ بہ چار وسڪيءَ جا جام بہ چاڙهيا، پر هن جي ذهن ڪان لفظ ائين پري رهيا، جيئن اوجاڳيل اکين کان خواب رنل رهندا آهن. ها هن ڪي اڄ هڪڙي ڪهاڻي لکڻي هئي. اهڙي ڪهاڻي، جيڪا هن جي پنهنجي هئي- پر لفظ سندس ويجهو نہ ٿي آيا. هن اڄ تائين خبر ناهي تہ ڪيترين جون ڪيتريون ڪهاڻيون لکيون هيون، پر اڄ جڏهن پنهنجي ڪهاڻي لکڻ چاهيائين تڏهن لفظ هن کان ڊڄڻ لڳا هئا، جو سندس ويجهو نہ ٿي آيا ۽ هن بيوسيءَ وچان سوچڻ شروع ڪيو، پنهنجي اڳ لکيل ڪهاڻين جي ڪردارن تي-

هن جي ڪهاڻيءَ جو پهريون ڪردار اهو ابهم ٻار هو، جيڪو پنهنجي موالي پيءُ جي مار جي ڊپ کان چولن جو ٿالهہ مٿي تي رکي يا بوٽ پالش جي پيتي سان ڪٺي هڪ جيڏن کي اسڪول ويندو ڏسي صدمي وچان لڙڪ لاڙيندي، پيٽ جي جهنم کي ڀرڻ لاءِ شهر جي روڊن ۽ فٽ پاٿن تي رلندو رهي ٿو-! ۽ هڪ ڏينهن اوچتو ڪنهن تيز رفتار ٽرڪ جي هينان اچي چيپاٽجي وڃي ٿو...!

هن جي ٻي ڪهاڻيءَ ۾ ان ڇوڪريءَ جو ذڪر آهي، جيڪا ڀهراڙيءَ جي خانداني ريتن جي صليب تي ٽنگجي، ڏهن سالن جي ٻار

سان پرٺائي وڃي ٿي ۽ اوچتو ڪجهہ مهينن ڪانپوءِ جڏهن سندس وارثن کي خبر پوي ٿي تہ هوءَ " پيٽ" سان ٿي چڪي آهي، تہ ڪيس ڪهاڙين حوالي ڪري، رات جي خاموشيءَ ۾ ڳوٺ پرسان وهندڙ واهہ جي حوالي ڪيو وڃي ٿو...!!

۽ ها، هن جي ڪهاڻيءَ جو ڪردار شهر جو اهو نوجوان بہ آهي، جيڪو روايتن سان بغاوت ڪري، پنهنجي محبوبہ سان گڏ شهر بدر ٿي، ٻئي شهر پهچي ٿو ۽ اتي اجنبي راهن تي بي روزگاريءَ سان جنگ ڪندي، هڪ ڏينهن بک کان مجبور ٿي، پنهنجي محبوبہ کي گهٽو ڏيئي مارڻ ڪانپوءِ پاڻ بہ آپگهات ڪري ٿو ڇڏي...!

۽ هن جي ڪهاڻين ۾ ان شهري ڇوڪري جو بہ ذڪر آهي، جيڪو پنهنجي بي وفا محبوبہ جو نانءُ ٻرندڙ سگريٽ سان پنهنجي ٻانهن تي لکي ٿو!

۽ هن تہ ان نوجوان جي بہ ڪهاڻي لکي هئي جيڪو بغير سالئنسر جي موٽر سائيڪل ٧٠- کان ٨٠- جي اسپيڊ ۾، شهر جي رستن تي ڊوڙائيندي ماڻهن جي توجهہ پاڻ ڏانهن ڇڪرائيندو هو!

۽ ها هن ڪهاڻيءَ ۾ اهو ڪردار بہ آندو هو، جيڪو سماج کان بغاوت ۽ نفرت جي درس ۽ ايڊونچر خاطر ڌاڙا هڻندو ۽ قرون ڪندو هو، ۽ هڪ ڏينهن پوليس مقابلي ۾ مارجي ويو- ۽ هن جي بيوهہ ماءُ سندس لاش بہ اسپتال مان حاصل نہ ڪري سگهي هئي.........!

ها، هن اڄ تائين خبر ناهي تہ ڪيترين ڪهاڻيون سرجيون هيون. محبت جون، بغاوت جون ۽ نفرت جون ڪهاڻيون، پر اڄ تائين پنهنجي ڪهاڻي نہ لکي سگهيو هو!

۽ اڄ هن پنهنجي ڪهاڻي لکڻ گهُري ٿي. ها، هو جيڪو لفظن جو بازيگر هو، ۽ لفظ سندس قلم جي نوڪ آڏو ڪاغذ جي ڪئنواس تي رقص ڪندا هئا، پنهنجي ڪهاڻي لکڻ وقت خبر ناهي تہ

چو لفظ ڪانئس رسي ويا هئا! هن ڪيترائي ڀيرا پنهنجي ڪهاڻي لکڻ
جي شروعات ڪئي پر ناڪام رهيو ۽ هو سوچيندو رهجي ويو تہ
پنهنجي ڪهاڻي جي ابتدا ڪٿان ۽ ڪهڙين لفظن ڪان ڪري! شايد هن
جي ڪهاڻي جي پهرين ڀيرا اتان ٿي شروع ٿي، جڏهن سندس سڳي ماءُ
جي وفات ڪانپوءِ ٻي ماءُ جي اچڻ تي گهر کان جلاوطن ٿيڻو پيو هو- يا
شايد ڪيس پنهنجي ڪهاڻي اتان لکڻ کپي، جو جڏهن زندگيءَ جا ڏکا
ٿابا ڪائيندو هُو يونيورسٽيءَ ۾ پهتو هو. جتي ڪيس محبوبہ جي روپ
۾، چڻ ڪائي ڇانوَ ملي هئي. جنهن جي محبت ڪيس زماني جي مڙني
دردن ۽ غمن ڪان ڪجهہ ڏينهن لاءِ آجو ڪري ڇڏيو هو... پر نہ، هن
کي تہ پنهنجي ڪهاڻيءَ جي ابتدا اتان ڪان ڪرڻي هئي جو جڏهن هن
ٻنان اجازت جي پنهنجي محبوبہ جي هٿ کي چمي ڏني ۽ سندس وارن
کي ڇهيو هو تہ سندس محبوبہ جيڪا محبت کي روحن جو ميلاپ
سمجهندي هئي ۽ وٽس جسم جو ڇهاءُ محبت ۾ گناهہ هو، سا ڪيس
نفرت جي ٺوهر تي اڇلي هلي وئي ۽ هو وري اڪيلو رهجي ويو. هن پاڻ
کي دردن جي صليب تي لٽڪيل ڏٺو ۽ پوءِ هن ڪهاڻيون لکڻ شروع
ڪيون، پاڻ جهڙن لٽڪيل ۽ پيڙيل ماڻهن جون ڪهاڻيون پر اڄ خبر
ناهي تہ ڇو سندس من پنهنجي ڪهاڻي لکڻ تي ضد ٻڌي ويٺو هو پر
هہ، جيڪو لفظن جو بازيگر سڏبو هو. سو پنهنجي ڪهاڻي لکڻ ۾
ناڪام ٿي رهيو هو.....!

۽ اوچتو ڪيس ياد آيو، تہ هن اڄ تائين جيڪي بہ ڪهاڻيون
لکيون آهن. سي سڀ مري ويل ماڻهن جون ڪهاڻيون هيون ۽ ها هن
جي مرڻ ڪانپوءِ ڪو نہ ڪو ضرور سندس ڪهاڻي لکندو ۽ هن پنهنجي
ڪهاڻي پاڻ لکڻ ٻاران وري هڪ نئين ڪردار تي ڪهاڻي لکڻ جي
شروعات ڪئي ۽ لفظ سندس قلم جي نب مان ڪاغذ تي ائين لٿا ٿي
چڻ ڪي ٻڪايل ڪبوتر ڏاٽي تي اُچي رهيا هجن......!

# ساپياڻن کان رُٺل سپنا

جيئن ڪو رڻ جهاڳيندڙ مسافر سارو ڏينهن تتل واريءَ تي پيادي هلڻ ڪانپوءِ، رات ڪي پرينءَ جو پاڪر سمجهي ٿڌيءَ واريءَ تي سمهي رهندو آهي. تيئن سانجهي ويلا، سج بہ سنڌوءَ جي لهرن ڪي پاڪر وجهي، رات جي ڪاري چادر تاڻي، آهستي آهستي آڪاش جي پڌر تي پنهنجي رتاون پيرن جا نشان ڇڏي سمهي رهيو هو. ۽ پريان چنڊ، تارن جي جُهرمٽ ۾ ائين ٿي نظر آيو جيئن ڪائي نويلي نار سورنهہ سينگار ڪري سهيلين جي ساٿ سان سير تي نڪتي هجي- ۽ هو انهن سيني نظارن کان بي خبر، واريءَ تي ابتا سبتا ليڪا ڪڍي ڊڪندڙ ناهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، پر هر وار اجان هن بہ ليڪون ڪڍي ٿين ليڪ انهن سان ملائڻ ٿي ٿي چاهي تہ اوچتو سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي ڪا لهر ٿي آئي، ۽ سندس ناهيل انهن ٻن ليڪن کي بہ مٽائي ٿي وئي- ۽ ائين هر ڀيري سندس ٽڪنڊو مڪمل ٿيڻ بجاءِ اڌورو رهجي ٿي ويو.

اهو منظر آئون گذريل اڌ ڪلاڪ کان ڏسي رهيو هئس تہ هو ٽڪنڊو ناهڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهيو هو. نيٺ آئون وڌيڪ سهي نہ سگهيس ۽ سندس ويجهو ايندي چيم :هل تہ هاڻ هلون! هينئر پاڻ ٻن ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ هن ڪناري تي نہ رهيو آهي. مُهاڻا بہ پنهنجون ٻيڙيون ٻڌي پنهنجي گهرن ڏانهن هليا ويا آهن، هاڻ ڪيتري بہ ڪوشش ڪرين، اهو ٽڪنڊو ڪڏهن بہ مڪمل نہ ٿي سگهندو." هن پنهنجون نظرون مون ڏانهن ڪنيون. مون کي سندس ڳاڙهسرين اکين ۾ اداسي، پيڙا ۽ پڇتاءَ جا پاڇا نظر آيا-۽ هُن ٽڪل نگاهن سان نهاريندي چيو: "ها مون کي خبر آهي تہ، هاڻ ٽڪنڊي جي هڪ ڪنڊ ڪڏهن بہ نہ ملي سگهندي، ۽ پاڻ زندگيءَ جا رهيل ڏينهن صرف ان

آسري تي گذاري ڇڏيندا سين، تہ شايد ڪو اهڙو ڏينهن بہ اچي ،جڏهن اسان جي وڇڙيل ڪنڌ وري ملي پوي!" "پر مان سمجهان ٿو تہ هاڻ ائين ٿيڻ ناممڪن آهي." مون چيو، ۽ هن وري ڪروڌ ڀريل نظرن سان ڏسندي چيو: "پر زندگي اميد تي قائم آهي- ۽ توکي تہ خبر آهي تہ آئون هٿ نہ ايندڙ شين جي پويان ڊوڙندڙ ماڻهو آهيان." چيم: "هائو، صحيح چيو تو، تہ تون هٿ نہ ايندڙ شين جي پويان ڊوڙندڙ شخص آهين-۽ جڏهن بہ ڪا شيءِ، هزارين جتن ڪرڻ کانپوءِ تنهنجي هٿ لڳندي آهي تہ پوءِ ان شيءِ جي اهميت تو وٽ ختم ٿيو وڃي، ائين جيئن ڪو بار شهر جي ڪنهن وڏي اسٽور جي شو ڪيس ۾ سجيل ڪو خوبصورت رانديڪو ڏسي، کيس حاصل ڪرڻ جو ضد ڪندو آهي، ۽ پوءِ اهو حاصل ٿيڻ کانپوءِ، ڪجهہ ئي ڏينهن اندر وٽس اهميت وڃائي، پڄي پري پوندو آهي. اهڙي طرح شايد تون بہ لا حاصل شين جي حاصلات کانپوءِ انهن کي نظر انداز ڪري وڃايو ڇڏين." ۽ مون کي ياد آيو، سندس نندپڻ جو هڪ واقعو:

اسان جو معمول هوندو هو تہ جڏهن بہ هو مون وٽ ايندو هو تہ آئون کيس سندس گهر تائين ڇڏڻ ويندو هئس. اهڙي ئي هڪ رات هو مون وٽ دير تائين رهيو ۽ ڪچهري ختم ٿيڻ کانپوءِ آئون جڏهن کيس گهر ڇڏڻ ٿي ويس تہ اتفاق سان لائٽ بہ ڪانہ هئي، روڊ تي هلندي اوچتو ٽانڊاڻي جو چمڪو ٿيو، تہ سارنگ کي چڻ چئلنج ملي ويو ٽانڊاڻي کي پڪڙڻ جو- بس پوءِ اڳيان ٽانڊاڻو هو ۽ پويان سارنگ، مون گهڻيون ئي دانهون ڪيون تہ يار ڇڏ، ويچاري جيتامڙي تنهنجو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي جو سندس پويان پيو آهين، پر اهو سارنگ ئي ڪهڙو جيڪو ڪنهن جي مڃي، سارنگ جي ۽ ٽانڊاڻي جي اها لڪ لڪوٽي اوستائين هلندي رهي، جيستائين اهو جيتامڙو سندس هٿ جي آڱرين جي پڃري ۾ نہ ڦاٿو، ۽ آئون جڏهن سهڪندو سهڪندو وٽس پهتس تيستائين هن ٽانڊاڻي کي آزاد بہ ڪري ڇڏيو! چيم: "ايڏي ڊڪ ڊوڙ

ڪان پوءِ ڪيس پڪڙي وري آزاد بہ ڪري ڇڏيئي! پوءِ وقت وڃائڻ جو فائدو؟" چيائين. "بس، مون پنهنجو ضد پورو ڪيو"

"تون وري ڪهڙين سوچن ۾ ٻڏي وين، مون کي گهر هلڻ جو چئي" سارنگ جي آواز تي آئون ڇرڪي خيالن جي ڪُن مان ٻاهر نڪتس، تہ سامهون واري پُل جون روشنيون بہ ٻري چڪيون هيون. رات پنهنجا پر ڦهلائي چڪي هئي. چنڊ آڪاش تي تارن جي وچ ۾ مسڪرائي رهيو هو ۽ هو اداس نظرن سان مون ڏانهن سواليہ انداز ۾ ڏسي رهيو هو. چيم "هل تہ هلون!"



جيئن ڪنهن باغ ۾ مختلف رنگ ۽ خوشبوئن واران گل ٿين ٿا. تيئن هن ڌرتيءَ جي گلدستي ۾ بہ مختلف رنگن عادتن ۽ خوشبوئن جهڙا انسان ٿين ٿا. ڪي ماڻهو سچ تہ شرم ٻوٽيءَ جيان نرم، نازڪ، شرميلا ڇهڻ ڏسڻ سان ئي پيا پاڻ کي پنهنجي ئي وجود ۾ لڪائيندا. ۽ ڪي ماڻهو گلاب جي گل جيان هميشہ ٽڪاڻ اوچو ڪري مسڪرائيندڙ- پر پاڻ سان گڏ ڪنڊن جو لباس رکندڙ -تہ متان ڪو هٿ زخمي ٿيڻ ڪانسواءِ ڇهي وڃي، تہ ڪي ماڻهو وري رات جي راڻي ۽ موتئي جهڙا مقدس ۽ پاڪيزه -جن کي ڏسڻ سان ئي دل سجدي ڪرڻ تي چوي- تہ ڪي ماڻهو وري ڪنول جي گل جيان من موهڻي صورت وارا، پر خوشبوءِ کان خالي! ۽ ڪي سورج مکي جهڙا ماڻهو ٽڪاڻ اوچو ڪري ٻرندڙ سج سان اکيون اکين ۾ ملائي پنهنجو جيون گذاريندڙ، جن لاءِ ٿڌي ڇانو کان وڌيڪ ٻرندڙ سج زندگيءَ جو پيغام هوندو آهي. ها انهن جي زندگي ئي سور، عذاب ۽ پيڙائون هوندي آهي، جيڪڏهن ڪين اهي نہ ملن تہ هو پنهنجو وجود ئي وڃائي ويهن. سو منهنجو دوست "سارنگ عباس" بہ انهن ماڻهن مان آهي، جيڪي مشڪل

پسند ۽ ڏکين راهن تي هلڻ ۾ ئي پنهنجي جيون کي سڦل پائيندا آهن!
جن لاءِ خوشيون عارضي ۽ ڏک سدا بهار هوندا آهن. هنن جي فطرت
ئي هوندي آهي پاڻ لاءِ ڏک گڏ ڪرڻ، پنهنجي انا جي تسڪين ڪرڻ
۽ پاڻ سان وابسته هر شئي کي لڙڪن جا تحفا ڏيڻ ۽ درد دان ڪرڻ،
ها درد ئي ته سندن لاءِ زندگي آهي! درد- ۽ بس درد!



سارنگ عباس سان منهنجي ڄاڻ سڃاڻ ان عمر ۾ ٿي، جڏهن
سندس عمر اڃان رنگ برنگي پوپٽن پويان ڊوڙڻ جي هئي ۽ جڏهن
مائٽهو وٽ دوستي، وفا ۽ محبت جا معيار هڪ آگر تي رکيل هوندا
آهن. ٿوري رسڻ سان آگر، آگر کي ڇهندي ۽ ڪٽي ٿي وئي! وري
ڪڏهن آگر آگر کي ڇهيو بڌي ٿي وئي! دوستي ڳنڍجي وئي!
اڄ جڏهن سارنگ عباس نه رڳو بالڪ پڻ جو رڻ جهاڳي
جوانيءَ جي طلسمي دنيا ۾ محبت، وفا ۽ دوستيءَ جي اندلني ريکائن
جي روشنيءَ جي معنيٰ سمجهي چڪو آهي ۽ محبت جي اندلني ريکا
مان هٿ آيل ڪجهه رنگ پنهنجي خودپرست ۽ ضدي طبيعت سبب
زندگيءَ جي اونداهي ڪڏ ۾ اڇلائڻ ڪانپوءِ وري نئين سر وڃايل وفائن
جي روشنيءَ جي ڳولا ۾ پٽڪي رهيو آهي، ته مون وٽ ڪيس آڇڻ لاءِ
سندس نوٽ بڪ جا اهي ڪاغذ ئي آهن، جن ۾ سندس زندگيءَ جي
محبتن ۽ نفرتن جا قصا درج ٿيل آهن:



رات جا ٻارنهن ٿيا آهن. سارنگ عباس جي هٿ ۾ محمود
مغل جو تازو ڇپيل ناول " هٿ ريکائن کان خالي آهي جنهن کي پڙهڻ

سان گڏ، هو هٿ ۾ جهليل سگريٽ مان وڏا وڏا ڪش پري، دونهين کي اڇلائي رهيو آهي. جڻ اندر ۾ اٿندڙ ڪنهن طوفان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪندو هجي- ۽ آئون سندس ڏنل نوٽ بڪ جو پهريون ورق اٿلائي پڙهان ٿو.

۸۴-۱۰- ۱۰ سچ ته زندگي نانءَ آهي ڪنهن برندڙ صحرا جو ۽ ماڻهو جو وجود آهي جڻ اڃايل هرڻ جيان ،جيڪو جيون ڳاري ٿو ڇڏي ڇانو ۽ پاڻيءَ جي ڳولا ۾ تتل واريءَ جي سرابن پويان....

ها، سحر جي محبت به ته مون لاءِ سراب ئي هئي- ۽ آئون ڪنهن اڃايل هرڻ جيان سندس وجود کي ڪکر جي ڇانوَ سمجهي ڊوڙندو رهيس.... ڊوڙندو رهيس......... ايستائين جو جڏهن هن ڪنهن ريگستاني واچوڙي جيئن منهنجي وجود کي ٽيرائي، ٽيرائي وڃي ٿوهر جي ڪنڊن تي اڇليو ۽ پاڻ ايئن گم ٿي وئي، جيئن سانجهيءَ ڪانپوءِ سورج ديوتا جا ڪرڻا گم ٿي ويندا آهن. پولار ۾ بنا ڪنهن پرواهه جي ته روشنيءَ جي گل ٿيڻ سان سوين مسافر ڀٽڪجندا رهجي ويندا، راه ۾ منزل تي پڄڻ کان اڳ ...! يار علي! چانهه جي باڙ لڳي آهي، سارنگ جي اوچتي فرمائش نوٽ بڪ جي پڙهڻ ۾ رخنو وڌو ۽ آئون مجبورن نوٽ بڪ بند ڪري وڃان ٿو، ڪچن ڏانهن چانهه ناهڻ لاءِ... ۽ چانهه ناهيندي سوچيان ٿو سندس نوٽ بڪ جي پڙهيل پهرئين پني تي:

ها، سارنگ عباس جي زندگي به ڪنهن رڻ جي مسافر جيان گذري آهي! ڪڏهن پيرن اگهاڙي تتل واريءَ تي اجارو هليو آهي ته ڪڏهن وري پرينءَ جي زلفن جهڙي ڪڪرن جي ٿڌي ڇانو هيٺ! مون کان ڪيئن ٿا وسري سگهن سارنگ جا سي ڏينهن جڏهن هو پنهنجي ٻن ڀائرن ۽ هڪ ڀيڻ سان گڏ جيون جي جاندهه کي ڇڪي رهيو هو.
گهر ۾ سندس سدائين استحصال ٿيندو رهيو،سندس والد جو پيار ٻن وڏن پٽن کي مليو، ته سندس ماءُ جي شفقت وري ڀيڻ جي حصي ۾

آئي- ۽ هو گهر هوندي به چڻ بي گهر ٿي پيو! والدين هوندي به چڻ ڇورو ٻار هو! ۽ پوءِ اسڪول ۾ داخل ٿيڻ سان ڪيس دوسبي به وٺي ته مون جهڙي رول ۽ بي گهر ماڻهو ڄجي! جيڪو اسڪول ڪانپوءِ سارو ڏينهن شهر جي فٽ پاٿن تي ۽ خالي رستن تي رلندي ڏينهن گذاريندو هو، پر اهو رلڻ ئي هو، جنهن جي ڪري اسان جي دوستي پڪي ٿي وئي. شايد ماڻهن جي نظر ۾ اهم ٿيڻ جي ڳالهه هئي يا پيائرن کي شڪست ڏيڻ جو جذبو جو سارنگ سارو سارو ڏينهن رلڻ جي باوجود به پڙهڻ کي اهم سمجهندو هو- اهو شايد منهنجي صحبت جو اثر هو يا سندس فطري حساسيت جي گهرج، جو جوان ٿيڻ کانپوءِ کيس مون جيان آرٽ سان چاهه ٿيو ۽ هو به واندڪائي ۾ رنگن سان ويهي راند رچائيندو هو، ابتا سبتا ليڪا ڪڍي ڪري چٽر ناهيندو هو ته ڪي ڊاهيندو هو.

سارنگ تيستائين پاڻ کي برندڙ اس ۾ محسوس ڪيو، جيستائين مٿس سحر جي زلفن جي ڇانو نه ٿي.

سحر سندس سوٽ هئي. سحر جو پيءُ پنهنجي علائقي جو بااثر زميندار هو. جنهن جو دٻدٻو شهر جي ڊي سي کان وٺي ڳوٺ جي صوبيدار ۽ قومي اسيمبليءَ جي ميمبر کان وٺي يونين ڪائونسل جي ڪائونسلر تائين ،۽ ٻيلي جي پٽيل کان وٺي ٻيلي ۾ رهندڙ رهزنن جي چڱن مڙسن تائين هو- ۽ اهو ئي سبب هو جو اڄ سارنگ جو پيءُ، پنهنجي پاءُ جي دٻدٻي ڪري ايريگيشن جي چيف انجنيئر جي عهدي تي پهتو هو.

اوچتو ٻاهر تي پائي هارڻ جي آواز تي ڇرڪ ڀري خيالن مان ٻاهر اچان ٿو- ۽ چانهه ناهي، هڪ ڪپ سارنگ جي اڳيان رکي، پنهنجي جاءِ تي ويهندي، اڳيان رکيل سارنگ جي نوٽ بڪ جا ڪجهه ورق اٿلائڻ کانپوءِ، جيڪو صفحو منهنجي سامهون اچي ٿو، ان تي تاريخ لکيل آهي، ۷- جون ۱۹۸٦ع شايد ڪنهن سچ چيو آهي ته

ڪائنات جي سريلي ۾ سريلي ۽ رس ڀري موسيقي عورت جا ٽهڪ آهن- ۽ اڄ اهو تجربو مون کي ائين ٿيو جو جڏهن آئون پنهنجي عادت موجب سڄي شهر جي خاڪ ڇاڻڻ کانپوءِ سانجهي ويلي پنهنجي ڪمري ڏانهن پئي آيس، اجهان ڪمري ٻاهران ئي هيس تہ اوچتو مون کي منهنجي ڪمري مان ٽهڪن جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا، ۽ آئون ڇرڪجي بيهي رهيس- ۽ شايد اندرين کي بہ خبر پئجي چڪي هئي تہ ڪو اچي پيو، جو اوچتو ٽهڪن کي بريڪ لڳي ويا. آئون جڏهن ڪمري ۾ داخل ٿيس تہ ٻنهي جو نظرون دروازي ڏانهن هيون. ڪمري ۾ منهنجي ڀيڻ سان گڏ لاڙڪاڻي کان آيل منهنجي ڪزن سحر هئي. جيڪا هر سال لاڙڪاڻي جي گرمين کان فرار حاصل ڪرڻ لاءِ جون، جولاءِ جا مهينا اچي اسان وٽ گذاريندي هئي منهنجي ڀيڻ شازيہ جي چپن تي طنزيہ مرڪ هئي، ۽ سحر جي منهن تي حيرت ۽ خوف جا مليل جليل تاثر هئا. سندس هٿن ۾ ڪجھہ ڪيسيٽس هيون، جيڪي شايد هن منهنجي گڏ ڪيل ذخيري مان چونڊي ڪنيون هيون. ائين اوچتو مون کي ڏسي پهرين تہ هو هٻڪي، پر پوءِ منهن تي مسڪراهٽ آڻيندي، پنهنجائپ واري التجائيہ انداز ۾ چيائين، "معاف ڪجو، توهان جي اجازت کانسواءِ ڪجھہ ڪئسٽس ڪنيو ٿي وڃان. هن شازيہ وٽ ۽ ٻين سڀني وٽ تہ رڳو فاسٽ ميوزڪ واريون ڪئسٽون آهن، جڏهن تہ مون کي نيم ڪلاسڪل، خاص ڪري غزل جي گائيڪي وارا ڪومل ڪومل سُر وڻندا آهن- ۽ سڄي گهر ۾ اهڙيون ڪئسٽون توهان کانسواءِ ٻئي ڪنهن وٽ ناهن ۽ توهان گهر ۾ هئا ڪونہ... هونئن بہ گهر اچڻ جو توهان جو ڪو مقرر وقت بہ ناهي سو ان لاءِ پنهنجو ڪجھہ حق ۽ ٿوري هجت سمجهندي ايتري جرئت ڪئي اٿم." پهرين تہ دل ۾ خيال آيو چوانس ڇا جي حجت ۽ ڇا جو حق! پر پوءِ مهمان سمجهندي، اخلاقي روايتن کي نظر ۾ رکي چيم، "خير آ ڪا ڳالھہ ڪانهي"

سحر ۽ شازيہ جي وڃڻ کانپوءِ خبر ناهي تہ ڇو مون کي

منهنجو ڪمرو ڪنهن ويران بيابان جيان لڳو! جتي ڪابہ زندگيءَ جي علامت نہ هجي. بس رڳو چوڌس مانار ئي مانار هجي! ها، مانار.......... ۽ ان مانار کي ٽوڙڻ لاءِ، مون رڪارڊ پليئر تي علڻ فقير جي ڪئسٽ چاڙهي ڇڏي ۽ سڄو ڪمرو علڻ فقير جي آواز ۾، الله هو........ الله هو" جي سُرن سان ڀري اٿيو.

نوٽ بڪ جو پنو پورو ٿيڻ ڪري- پڙهڻ جو تسلسل ٽٽي پيو- ۽ هڪ ٿڌو ساهہ ڀري مون ٻيو ورق اٿلايو. هاڻ جيڪا تاريخ منهنجي سامهون هئي سا هئي ٩ جون ١٩٨٦ع خبر ناهي تہ ڇو جنهن ڏينهن کان پنهنجي ڪمري ۾ سحر جا ٽهڪ ٻڌا اٿم ان ڏينهن کان پوءِ زندگيءَ ۾ اڪيلائپ جو احساس اڀري آيو آهي ۽ ڪمرو ويران کنڊر ٿو ڀاسي! سچ تہ ڪجهہ دير اڳ ،جڏهن سحر ٽيون ڏينهن واريون ڪئسٽس واپس ڪندي نيون ڪئسٽس گهريون تہ ائين لڳو ڄڻ ڪنهن ويران رڻ مان پرهہ ڦٽيءَ ويل ڪو قافلو گذرندو هجي ۽ ان قافلي سان گڏ هلندڙ اُٺن جي ڳچين ۾ ٻڌل ننڍين ننڍين ٽلين مان نڪرندڙ، منٺا منٺا سُر ڄڻ تہ فضا جي لهرن تي رقص ڪندا هجن.سندس وڃڻ حي وقت دل چاهيو تہ کيس اخلاقي طور ويهڻ جي صلاح ڪريان پر همت نہ ساري سگهيس، ۽ شايد هن بہ ويهڻ ٻي چاهيو، جو ڪجهہ دير هن انتظار ڪيو، تہ آئون ڪجهہ ڳالهايان، پر پوءِ مون کي منجهيل منجهيل ڏسي واپس هلي وئي ۽ مون پنهنجي سڄو ڌيان ڪمري ۾ گونجندڙ عابده پروين جي آواز ڏانهن ڪري ڇڏيو .

" تنهنجي ذلف جي بند ڪمند وڌا، حيران هزارين مان نہ رڳو !"

١٢ جون ١٩٨٦: عليءَ سان بہ ناهيان ملي سگهيو... گذريل ٽن ڏينهن کان هلڪو هلڪو بخار آهي ۽ مان ڪمري ۾ بند آهيان، ڪن مسلسل ڪنهن جي قدمن جي آوازن کي ڪنائي رهيا آهن. پر ڪنهن کي ڪهڙي خبر تہ ڪو انتظار جي باهہ ۾ ٻري رهيو آهي! ۽ اها انتظار جي باهہ جڏهن انتها تي پهتي، تہ مون کي ائين لڳو ڄڻ ڪنهن

برنڌڙ رڻ ۾ اجارو اجارو پٽڪي رهيو هجان . اندر جي اُج ايترو تہ اوساٽجي آئي جو منهنجي چپن تي اڻ ڄاڻائيءَ مان بي اختيار پاڻي پاڻي جي رٽ شروع ٿي وئي - ۽ ممڪن هو تہ مان پاڻي پاڻي ڪندي ٻري خاڪ ٿي وڃان ها ، تہ اهڙي وقت ۾ مون پنهنجي چپن تي پاڻيءَ جو گلاس، ۽ مٿي هينان ڪنهن جي هٿ ڪي سهارو ٿيندي ڏٺو! چپن تي پاڻيءَ جو گلاس ۽ ڪنهن جي هٿن جو سهارو ملندي ئي مون کي ائين لڳو، ڄڻ ڪنهن مون کي برنڊڙ ٿاندن تان ڪڍي ٻڙجي گهاٽي ڇانو ۾ ويهاريو هجي- ۽ منهنجو لڱ لڱ، جيڪو ٻري رهيو هو، ائين ٿڌو ٿيندو ويو، ڄڻ آئون ڪنهن اي سي ڪمري ۾ پهچي ويو هجان! ۽ چند گهڙين ڪانپوءِ مون پاڻ کي ائين محسوس ڪيو، ڄڻ تہ ڪڏهن بخار ٿيو ئي نہ هجي ....!

سحرسامهون ڪرسيءَ تي ويٺي هئي سندس هٿن ۾ ڪو مئگزين هو، جيڪو هن پڙهيو پئي. مون کي پاڻهي ويهندو ڏسي سندس چپن تي باک جهڙي مرڪ ڦٽي پئي چيائين ، سارنگ . ” هاڻ طبعيت ڪيئن آهي؟“ چيم ” چو؟ مون کي ڇا ٿيو هو؟ مان تہ بلڪل نيڪ ٺاڪ آهيان....“ ” ۽ هو جو اڌ ڪلاڪ اڳ، جناب جي چپن تي پاڻي....... پاڻي....... جو ورد هليو پئي! شڪر ڪريو جو مون کي بہ اڄ لڳي ۽ هيٺ فرج خراب هئڻ ڪري آئون مٿئين فرج مان پاڻيءَ جي بوتل ڪڍڻ آئي هئس، جو توهان جي طبعيت جي خبر پئي، نہ تہ هيٺ گهر وارا سڀ وي سي آر ڏسڻ ۾ ايترا تہ محو هئا، جو ڪنهن کي خبر ئي نہ پوي ها تہ ڪو توهان جي طبيعت خراب آهي ...“

۽ پوءِ مون انهن هٿن ڏانهن نهاريو جيڪي ڪجهہ دير اڳ منهنجو سهارو بنيا هئا، ها سچ تہ انهن هٿن جي آگرين ۾ يقينن ڪي مسيحانہ صلاحيتون هيون، جن جي ڇهڻ سان هڪ مرده ماڻهو وري زنده ٿي سگهيو ٿي- ۽ شايد هوءَ بہ منهنجي نظر جو مفهوم سمجهي وئي جو شرمائيندي چيائين ، چڱو، هاڻ آئون هلان ٿي جو توهان جي طبعيت

بهتر آهي." ۽ پنهنجي پنيان خالي ڪمري ۾ پٺاڻي خان جي آواز ۾
ونڌڙ هن ڪلام جو پڙاڏو ڇڏي وئي :
ميڏا دين وي تون، ايمان وي تون،
ميڏا ڪعبہ قبلا، مندر مسيت وي تون،
ميڏا عشق اوتار پير مري ويو تون.
۽ اهڙيءَ طرح آئون پهريون ڀيرو ان حقيقت کان آشنا ٿيس تہ
زندگي رڳو ٻرندڙ صحرا ناهي، پر محبتن جو آبشار بہ آهي جتي مون
پارا اچا بي منزل ماڻهو ڪجهہ دير ساهہ کڻن ٿا، زندگي سان نئين سر
جنگ جوڙڻ لاءِ!
يار علي!طارق عالم جي "رهجي ويل منظر" ڪانپوءِ جي مون
کي ڪو ناول وڻيو آهي تہ اهو "هٿ ريکائن کان خالي " ناول ئي آهي!"
سارنگ هٿ ۾ جهليل ناول کي پڙهي پورو ڪرڻ ڪانپوءِ، سائيڊ ۾ ٽيبل
تي رکندي چيو.
۽ آئون، جيڪو سارنگ جي نوٽ بڪ جا ورق بہ اهڙيءَ طرح پڙهي رهيو
هئس، جيئن ڪو دلچسپ ناول هجي، ڇرڪي ڏانهنس ڏسان ٿو .
آئون اڃان ان سوچ ۾ ئي هئس تہ محمود مغل جي ناول جي
باري ۾ ڪيس ڪهڙي راءِ ڏيان؟ جڏهن تہ اڃان مون اهو پڙهيو ئي ناهي-
تہ اوچتو سارنگ ننائيم ڏسندي چيو: " وچ ...!چڱي رات گذري وئي
آهي! يار، هاڻ لائٽ آف ڪر، تہ سمهون...." ۽ آئون مجبورن سندس
اسرار تي، هٿ ۾ جهليل نوٽ بڪ پنهنجي سيرانديءَ کان رکي لائٽ
آف ڪري اچي بيڊ تي سمهان ٿو.پر ننڊ نيڻن کان ڪوهين ڏور هئي .
۽ ان کان اڳ جو ننڊ اچي پنهنجا پر پکيڙي، منهنجي دل مان يادن جا
پکي پرواز ڪري، سارنگ جي اڌ ۾ ڇڏيل نوٽ بڪ جي سلسلي کي
جوڙين ٿا ، ۽ ائون خوابن جي وادي ۾ لهڻ بجاءِ ماضيءَ جي ماڳن
ڏانهن موٽي وڃان ٿو. جتي منهنجي آڏو پهريون منظر اچي ٿو ان ڏينهن
جو، جڏهن آئون هڪ نئين سارنگ کان واقف ٿيو هئس،

مسڪرائيندڙ، ٿڌڪ ڏيندڙ سارنگ! اڳ جيڪو سارنگ زندگي کي پن ڇڻ رت جي ڇٽيل پيلي پن جيان سمجهندو هو ۽ زندگي کي حرام لڱجي ويل قافلي جو نوحو سڏيندو هو، سو اڄ زندگيءَ کي پهاڙي جهرڻي سان پيئي رهيو هو! يقينن ڪا خاص ڳالهه هئي ۽ ها، اها خاص ڳالهه اها هئي جو ڪيس زندگي ۾ پهريون پيرو ڪٿان محبت ملي هئي، ۽ اها محبت هئي سندس سوٽ سحر جي... سحر، جيڪا هن لاءِ جلندڙ جيون ۾ ڪڪر جي ڇانو بنجي آئي هئي -۽ سچ ته اهو، سحر جي محبت جو نتيجو ئي هو، جو مون وري سالن پڄاڻان سارنگ کي رنگن سان راند رچائيندي ڏٺو. ها، سندس سامهون ڪئنواس هو، ۽ ڪا تصوير ناهي رهيو هو ،جنهن ۾ هن ڪائنات جي اندر زندگيءَ جا سمورا رنگ پرڻ گهريا ٿي . پر شايد ڪي تصويرون ۽ ڪي زندگيون جنم ئي اڌوري هجڻ لاءِ وٺنديون آهن! جو جڏهن سارنگ جي گرئجوئيشن جي رزلٽ آئي، ته هن فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ڪئي، ۽ اها پوزيشن ئي سندس محبت جي قاتل ثابت ٿي! ٿيو ائين جو سارنگ جي گهر وارن جو خيال هو ته سارنگ گرئجويشن کان پوءِ سي ايس پي جو امتحان ڏئي سماج ۾ سندن لاءِ عزت ۽ پئسن ناهڻ جي مشين بنجي. خاص ڪري سارنگ کي سرڪار جي ڪنهن اهم عهدي تي ڏسڻ لاءِ، سحر جو جاگيردار پيءُ تمام گهڻو زور وجهي رهيو هو .

پر سارنگ، جيڪو هن سماج جي روايتن جو نٽيڻ کان ئي باغي هو، تنهن هن استحصالي سماج ۾ ڪنهن مشين جو پرزو بنجي، مائٽن لاءِ هڪ بهترين شو پيس بنجڻ کان انڪار ڪيو - ۽ هن پنهنجي فن چتر ڪاري کي ذريعہ معاش بنائڻ جو اعلان ڪيو مائٽن جيڪا ڳالهه سندس فيملي مان ڪنهن کي به نہ وڻي. سڀن مخالفت ڪئي ۽ جڏهن ڪير بہ ڪيس نہ مڃائي سگهيو، ته پوءِ هنن پنهنجي آخري حربي طور، سندس سامهون سحر کي آندو . سحر کي دڙڪا دلاسا ڏئي، سارنگ جي نانءُ هڪ خط لکايو ويو ته:

ساهه ڪان پيارا!
سارنگ !

ٻڌو اٿم تہ تون رنگ برنگي ريڪائن جي روشنين ڪان متاثر ٿي، حقيقي زندگي جي ضرورتن کي نظر انداز ڪري، آرٽ جي ڪوڪلين لڪيرن پويان پنهنجي زندگي برباد ڪرڻ ٿو چاهين! ڏس تون حقيقت پسند ماڻهو آهين ۽ توکي هاڻ بہ هڪ حقيقت پسند فرد وارو رول ادا ڪندي، اهو سوچڻ گهرجي تہ بيشڪ توکي روحاني سڪون تہ آرٽ جي آڏين اُبتين لڪيرن مان بہ ملي پوندو، پر تون اها پڪ چاڻ تہ تنهنجون اهي تصويرون، تنهنجو پيٽ نہ ڀري سگهن، ۽ نہ ئي انهن تصويرن مان ڪا تصوير توکي زندگيءَ جي اُس ۽ ڇانو ۾ ڪنهن اجهي جو ڪم ڏئي سگهندي. سچ تہ اها بہ پڪ ڄاڻ تہ وقت اچڻ تي تنهنجي اگهاڙي بت لاءِ توکي تنهنجي سرجيل ڪابہ تصوير، پناهہ نہ ڏئي سگهندي- ۽ هن مادي دنيا ۾ رهندي انسان لاءِ اٽو، اجهو، ۽ لٽو ضروري آهي.جيڪو سڪَنِ آدرشن ۽ اصولن ذريعي نہ پر هن جڳ جي طبقاتي سماج ۾ عهدي ۽ اعليٰ اسٽيٽس ذريعي کي حاصل ڪري سگهجي ٿو . پر جيڪڏهن تون پنهنجي آزاد طبيعت سبب ڪا نوڪري نہ ٿو ڪرڻ چاهين تہ پوءِ اچ ۽ اچي بابا جن جون زمينون سنڀال- ۽ ها ، زمينن سنڀالڻ سان گڏ هن ٻهراڙيءَ جو فطري حسن، تنهنجي فن کي بہ يقينن جلا بخشيندو.

اميد تہ منهنجين هنن ڳالهين تي ٿڌي دل و دماغ سان سوچيندي، پنهنجي ۽ منهنجي مستقبل جي بهتري لاءِ !

فقط تنهنجي
سحر

سارنگ عباس، جيڪو اڳ ئي زندگي جي تلخ تجربن ڪري رت جي رشتن ۽ محبتن جو قائل نہ رهيو هو، ۽ ڪيس دوستيون ۽ محبتون بہ واريءَ جا گهر لڳنديون هيون، جن کي هو پنهنجي مرضيءَ

سان ٽوڙيندو ۽ جوڙيندو هو سو سحر جي خط ملڻ کان پوءِ ان ڳالهه کي ساڀيا سمجهي وينو تہ دنيا جا سڀ رشتا ۽ ناتا دولت جي دولاب ۽ دوکي جي ديوارن تي بيٺل آهن.ڪيس سحر جي لفظن جي سچائي ۽ تلخ حقيقتون مثبت راهہ ڏانهن وٺي وڃڻ بجاءِ منفي راهن تي وٺي ويون ۽ سحر، جنهن ڪيس سماج جي حوالي سان زندگيءَ جي آرسي ڏيکارڻ چاهي هئي، هن ان کي ڏسي، پنهنجو رويو تبديل ڪرڻ بجاءِ، آڏو آيل آرسيءَ کي پور پور ڪري سائنس ڳنڍيل مڙني وابستگيس، محبتن ۽ خوابن کي ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو .

سندس چواڻي تہ محبتون ۽ دوستيون بہ آدرشن زندگي جي مقصدن کان مٿاهيون ناهن هو نديون ها وچايل محبتون تہ وري بہ ڪڏهن ماڻي سگهجن ٿيون، پر زندگيءَ جا اصول ۽ آدرش تہ اهڙا خواب آهن، جيڪي هڪ دفعو وڃائجڻ کان پوءِ وري مشڪل سان ٿي ملندا آهن ۽ هونئن بہ مون جنهن سحر سان محبت ڪئي هئي، سا سرن جي سونهن کي سمجهندي هئي ۽ جنهن کي رنگ ڳالهائيندي محسوس ٿيندا هئا . شايد هن اجان سي شامون نہ وساريون هجن. ، جڏهن اسان گڏجي ڪري علڻ فقير، استاد منظور علي خان ، عابده ، پناڻي خان ۽ بين لوڪ فنڪارن جي آواز ۾ پتائي ، سچل ، بلي شاهہ ، بابا فريد ۽ بين جو ڪلام ٻڌي روئي پوندا هئا سين- ۽ ها شايد سندس ڊرائنگ روم ۾ اجان بہ اها تصوير سجيل هجي، جنهن لاءِ هوءَ چوندي آهي تہ ڪيس جڏهن بہ ڊپريشن ۽ بي سڪونيءَ جي بيماري ٿيندي آهي تہ هو ان تصوير جي رنگن کي گهوريندي گهوريندي، روح جي گهرائين ۾ ايترو تہ لهي ويندي آهي، جو سندس سڀ پريشانيون پاڻي جي قوتي جيان پل کن کان پوءِ گم ٿي ويندون آهن- ۽ سندس چوڻ تہ هاڻ جيڪا مون تصوير سرجڻ شروع ڪئي هئي، جنهن ۾ مون ڪائنات اندر زندگيءَ جي مڙني خوبصورت رنگن کي چٽڻ پئي چاهيو، سا هاڻ شايد اڻپوري رهجي وڃي. شايد ڪي زندگيون ۽ ڪي تصويرون جڙنديون ئي اڻپوري

هجڻ لاءِ آهن.

-۽ اهڙيءَ طرح سحر هڪ پڙهيل لکيل سمجهدار ڇوڪري هجڻ جي باوجود به جاگيرداري سماج جي ڪوٽن ۽ ڪڙن کي لتاڙڻ جي جرئت نه ڪري سگهي ۽ سارنگ پنهنجي انا جي خول ۾ جوڙيل خوابن ۽ سرابن جي آدرشي دنيا کي ڇڏي نه سگهيو ۽ نتيجي ۾ ٻئي اڻپورا ۽ اڌورا رهجي ويا.



شايد اڪيلائيءَ جو احساس هو يا جذباتي پڻي ۾ ڪيل فيصلي جي پڇتاءَ جو خيال، ڀرپور محبت کان محروم رهجي وڃڻ جو احساس، جو سارنگ منشيات ۾ وڃي پناهه ڳولي. هن زندگي جي حقيقتن کان فرار حاصل ڪرڻ لاءِ چرس کان وٺي نشي آور گورين ٽائينءَ جو استعمال شروع ڪيو. نشي ڪرڻ سبب گهر کان مڪمل فرار حاصل ڪري اچي منهنجي هڪ ڪمري واري اسٽو ڊيو نما گهر ۾ رهيو- ۽ جڏهن مون دوستيءَ جو حق استعمال ڪندي کيس نشي کان دور رکڻ جي ڪوشش ڪئي ته هن مون کي به ڇڏي وڃي ريلوي اسٽيشن جي پليٽ فارم، شهر جي پارڪن ۽ فٽ پاٿن کي نڪاڻو بنايو! جيڪو آئون نه ٿي سهي سگهيس، ۽ نيٺ کيس واپس وٺي آيس- ۽ پوءِ شايد آئون به عادي ٿي ويس پنهنجي ڪمري ۾ چرس ڀريل سگريٽن جي دونهين جو. ۽ سارنگ جي ٺاهيل انهن اڻپورين تصويرن جو، جن ۾ هو اڻپورا ليڪا ڪڍي، اڻپورا رنگ ڀري ڇڏي ڏيندو هو! ۽ ها شايد سندس تصويرون هميشه لاءِ ئي اڻپوريون ۽ اڌو ريون هجن ها ۽ هو ڪڏهن به اها تصوير مڪمل نه ڪري سگهي ها جنهن ۾ هن ڪائنات اندر زندگيءَ جا مڙئي سندر روپ سرجڻ پئي چاهيا. پر اسان جي ان اسٽوڊيو نما گهر ۾ عاصمه لطيف جي اچڻ سان وري سارنگ

جون اڏ ۾ چڏيل تصويرون مڪمل ٿيڻ لڳيون.



ها، اهو هڪ عام موڪل جو ڏينهن هو، هميشه جيان جڏهن سمهي سمهي ٿڪاسين تہ سارنگ اٿي سگريٽ دکايو ۽ آئون چانهن ناهي راتوڪي ورتل ڊبل روٽيءَ جا پيس گرم ڪري ناشتو ڪئي آيس ، ناشتي ڪرڻ کان پوءِ گڏريل ڏينهن ورتل ڪتابن جو جائزو وٺڻ لڳس ۽ پنهنجي ورتل ڪتابن مان هڪ ڪتاب " سرائيڪيءَ جو مزاحمتي ادب" کڻي سندس شاعري واري حصي جو جائزو وٺڻ لڳس تہ ان ۾ ڇپيل هڪ نظم مون کي ڇرڪائي وڌو. سچ تہ اهو نظم مون ، نهنجي اڄ جي سماجي حالتن جي مڪمل عڪاسي لڳو، ۽ انسان جي عادت آهي تہ جيڪا شيءِ کيس سٺي لڳندي آهي يا خراب ان جو اظهار ٻئي تي بہ ڪرڻ چاهيندو آهي .سو مون بہ مجبورن اهو نظم وڏي آواز ۾ سارنگ کي ٻڌائڻ شروع ڪيو:

ميڏي ملڪ دي دوخدا
لاالله، تي مارشل لا!
هڪ رهندا هئي عرشان تي،
دوجا وسدا هئي فرشان تي،
هڪ دا نانءَ اي الله ميان،
تي دوجان آکوائي جنرل ضياءَ!
ساڏي ديس وچ موجان ئي موجان،
جدر وي ويکهو، فوجان ئي فوجان،
پر لکان بندي قيدي هو ڪي
آڏا ملڪ ڏيندي گوا
ميڏي ملڪ دي دو خدا

هڪ الله تي دوجان مارشلا.........!

اجان نظم پڙهي رهيو هئس تہ اوچتو دروازي تي نڪ نڪ ٿي، ۽ منهنجي پڙهڻ کي ڄڻ بريڪ لڳي ويا. ڪتاب سائيڊ ٽيبل تي رکي، وڏي اوباسي ڏئي در ڏانهن ويس، تہ ڏسان، صبح سان ڪنهن جي ڦٽي آهي جو اسان جو در کڙڪايو اٿس، ۽ جيئن ئي مون در کوليو تہ ڇرڪجي بيهي رهيس-ها ، شايد ان شخصيت جي ڦٽل هئي يا اسان جا نصيب ڀلا هئا جو منهنجي سامهون هڪ اجنبي آسماني اپسرا جهڙي خوبصورت ڇوڪري بيٺي هئي! جنهن جو چهرو ماڪ وهنتل گلاب جيان ٽي پاسيو، ۽ سندس مک تي اندلني ريکا جي رنگن جهڙي خوبصورت مرڪ ٽڙيل هئي. ائين ٿي لڳو ڄڻ سانوڻيءَ جي موسم ۾ مينهن وسڻ کانپوءِ شفق جي ڇنيءَ تي ڪنهن خوبصورت رنگ هاري ڇڏيا هجن.!

"آرٽسٽ علي جو گهر هيءُ آهي ؟!" ڄڻ پرهہ ڦٽي ويل کي ڪومل ڪومل سر بري پيا هجن) سندس آواز مون کي هوش ۾ آندو ۽ ڇرڪ ڀري چيم "هائو مان ئي علي آهيان."

"...تہ پوءِ مان اندر اچي سگهان ٿي؟" چيم "ڇو نہ ؟ اچو....... اچو!" ۽ تڪڙ ۾ اندر ڪمري ڊوڙ پاتم ڏانهن ،تہ جيئن ناشتي ويل خراب ٿيل ٿانو، جن ۾ هن وقت تائين مکين بچا بہ ڦوڙي ڇڏيا هوندا ،سي پاسي ڪيان . پر رستي ۾ پيل ڪرسي ٽنگ اڙائي، ۽ ذري گهٽ منهن پر ڪريو هئس، پر اتان جان ڇڏايم تہ وري پير وچي ان ڪوپ کي لڳو، جنهن ۾ سارنگ اڌ چانهن پي باقي بچائي ڇڏي هئي ۽ سڄو فرش اڌ رهيل چانهن سان رنگجي ويو! ۽ اڄ بہ جڏهن مون کي اهو ڏينهن ياد ايندو آهي تہ سچ پنهنجي ـ ڪپائي تي ڇڙ اچڻ سان گڏ پيار بہ ايندو آهي،جو بهرحال اهو ڏينهن اسان جي زندگين ۾ هڪ نئون موڙ ثابت ٿيو هو.... تہ ها ، ان اوچتي لٿل آسماني اپسرا کي اچي وهاريم ، هوءَ جيڪا هن وقت تائين منهنجي گهبراهٽ ۽ ابتين سبتين

حرڪتن مان لطف اندوز ٿي رهي هئي، تنهن چيو، ” چو علي صاحب! توهان بينائي هوندا چا ؟“ ۽ آئون يڪدم سندس سامهون پيل ڪرسيءَ تي ويهي رهيس، ۽ وري ڪمري جي خاموشن فضا ۾ سندس آواز ٻريو:

” مسٽر علي! سچ تہ مون ڪي اجان بہ يقين نہ ٿو اچي تہ هيڏيون خوبصورت تصويرون سرجيندڙ علي، جيڪو اڄ جو بهترين آرٽسٽ آهي، سو پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ ايڏو سادو ۽ سباجهو هوندو!“

سندس نظرن جي تاب ڪان پاڻ بچائڻ لاءِ مون سارنگ ڏانهن ڏٺو ، جيڪو چرس جي پريل سگريٽ جي سوٽن هٽڻ ڪان پوءِ عرش تي اڏامندو نظر ايندو آهي، سو بہ مون جيان وائڙو وائڙو ٿي هن آسماني مخلوق ڪي ڏسي رهيو هو، تہ واقعي ڪا آسماني اپسرا اسان جي ڪمريءِ آئي آهي، يا اهو ڪرشمو سندس سگريٽ جو آهي، جو ڪمري ۾ مون ڪان ۽ پنهنجي وجود ڪان، سواءِ ڪو ٽيون وجود بہ ڪيس نظر اچي رهيو هو...!

خير، هوءَ اهو محسوس ڪرڻ ڪانسواءِ ئي تہ ڪو سندس ڳالهہ ٻڌي بہ رهيو آهي يا نہ- مسلسل ڳالهائيندي رهي تہ گذريل هفتي جيڪا سنڌالاجي ۾ تصويرن جي نمائش ٿي هئي، ان ۾ هن ڪي علي ۽ سارنگ نالي آرٽسٽ جي تصويرن نہ رڳو متاثر ڪيو هو، پر جيئن تہ هن کي بہ چتر ڪاريءَ جو شوق هو، سو ان ڏينهن ئي دل ۾ فيصلو ڪيو هئائين تہ انهن ڪان پنهنجي فن بابت رهنمائي پڻ وٺندي. پهرين تہ هن جي نظر ۾ علي ۽ سارنگ ڪو هڪ شخص هو، پر معلومات ڪرائڻ ڪانپوءِ ڪيس خبر پئي تہ، آهن تہ اهي ٻئي ڌار ڌار شخصيتون، پر دوست هئڻ سبب ٻنهيءَ جو هڪٻئي تي تمام گهڻو اثر آهي. جيڪڏهن مختلف تصويرن تي سندن الڳ الڳ صحيحون نہ هجن تہ پوءِ اهو ٻڌائڻ مشڪل ٿي پوندو تہ ڪهڙي تصوير ڪنهن ناهي آهي-۽ نيٺ هو ڏس پتا پڇائيندي اچي اسان تائين پهتي آهي تہ جيئن چترڪاريءَ جي فن ۾

سندس رهنمائي ڪئي وجي.

هن بنان فل اسٽاپ ۽ ڪاما جي پنهنجي ڪهاڻي مڪمل ڪئي ۽ سندس ماٺ ٿيڻ تي ڪجهہ پل ڪمري ۾ خاموشي ٿي وئي پوءِ مون ان عزت افزائيءَ تي سندس ٿورا مڃيا ۽ چيم، "اسان خود اڃان فن جي الف- ب کان بہ واقف ناهيون ٿيا ۽ هونئن تہ هر ڪو فن سمنڊ جيان آهي، جيڪو جيترو گهرائيءَ ۾ ويندو، اوترائي ماڻڪ موتي ميڙي ايندو. سو مان سندس ڪا خاص رهنمائي تہ نہ ڪري سگهندس، پر پوءِ بہ جيڪو ٿورو گهڻو اچي ٿو، سو ان بابت ڪيس پوري پوري ڄاڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪندس اهڙي فارمل قسم جي مختصر ڳالهہ ٻولهہ کانپوءِ هن موڪلائيندي چيو: "پوءِ علي صاحب، آئون اڄ کان اوهان جي شاگرد آهيان-پر ٻهريون سبق سياڻي وٺڻ ايندس." ائين چئي هوءَ وڃڻ لڳي. آئون جڏهن ڪيس در وٽ سي آف ڪري موٽي رهيو هئس تہ اوچتو مون کي پنهنجي بيوڪپائيءَ جو احساس ٿيو ۽ ويندي ويندي کيس پنهنجو نالو ٻڌائڻ لاءِ چيم، جنهن تي هن پنهنجي مک تي مرڪ آڻيندي چيو هو تہ منهنجو نالو عاصمہ لطيف آهي."



ڪي ڪي ماڻهو جڏهن زندگيءَ ۾ ايندا آهن تہ ائين محسوس ٿيندو آهي جڻ زندگي ملي وئي هجي- ۽ اها خبر هوندي بہ تہ اهي ماڻهو اسان وٽ مهمان آهن، اهي اسان جي پهچ کان تمام پري آهن، پر پوءِ بہ انهن ۾ پنهنجائپ محسوس ٿيندي آهي. انهن جي ننڍڙين ننڍڙي ڳالهين جي بہ اهميت هوندي آهي، انهن کي ڏسي خبر ناهي تہ ڇو ايندڙ زندگيءَ جي لاءِ سپنا سرجي پوندا آهن. اهي ماڻهو پنهنجا ٿين يا نہ ٿين، پر پوءِ بہ زندگيءَ ۾ جڻ بهار اچي ويندي آهي. پل ڪٿي پوءِ ڪو شخص ٻرندڙ رڻ ۾ هجي، ڇوڏاري ٻرندڙ هوائون

هلنديون هجن، پر هو سوچن ۾ ايڏو تہ محو هوندو آهي جو کيس ڪا بہ خبر ناهي پوندي، ها، پر کيس اها خبر هوندي آهي تہ ان ڪان اڳتي ڪنڊائتو پيچرو آهي. زندگي ڏکن جو درياھ بنجي پوندي پر پوءِ بہ هو وڌندو رهي ٿو، اڻ ڇاتل محبتن جي راھ تي- سو جڏهن ڪان "عاصمہ لطيف" اسان جي ويران زندگيءَ ۾ بهار بنجي آئي هئي، سچ تہ ڇڻ اسان ڪي زندگيءَ جو مفهوم سمجهہ ۾ اچي ويو هو. سچ تہ، مون ڪي پنهنجو گہ، جيڪو اڳ ڪنهن پراڻي چتر جيان اسٽور روم ۾ اُجلايل بي جان تصوير جيان لڳندو هو، سو هاڻ ڪئنواس تي زنده ٿيل رنگن جيان پاسڻ لڳو هو ۽ ائين محسوس ڪيم، ڇڻ مون اڄ تائين جيڪي بہ رنگ چٽيا آهن، سي زنده ٿي مون آڏو رقص ڪري رهيا هجن! ۽ مون پاڻ ڪي نيري اڪاس تي پورن پورن بادلن جي وچ ۾ اڏامندي محسوس ڪيو!سارنگ عباس، جيڪو چرس ۽ سگريٽ جي دونهين جي ڪوهيڙي ۾ وڪوڙيل نظر ايندو هو،تنهن شروعاتي ڏينهن ۾ تہ عاصمہ لطيف جي اچڻ جو ڪو نوٽيس نہ ورتو، پر آهستي آهستي جڏهن اسان ۾ روز ڪونہ ڪو بحث ڇڙي پوندو هو چتر ڪاري تي، يا ڪنهن فنڪار جي فن جو ڇيد ڪندي وري ڪنهن وڏي بحث ۾ وڃڙي پوندا هئاسين، تہ پوءِ وقت جو احساس ڏيارڻ لاءِ بحث کي ختم ڪرڻ خاطر سارنگ عباس وجي ٽيپ رڪارڊ تي ڪا ڪيسٽ فل آواز ۾ هلائي ايندو هو، تہ جيئن اسان جي خيالن ۽ ڳالهين جو تسلسل ٽٽي پوي- ۽ نيٺ ائين ئي ٿيندو هو، جو ڪڏهن ڪڏهن سارنگ جي انهن حرڪتن ڪان بيزار ٿي وجي شهر جي ڪنهن هوٽل جي ڪنڊ وسائيندا هئاسين، يا شهر جي فٽ پاٿن تي شام ويل پسار ڪندي ڪونہ ڪو بحث ڇڙي پوندو هو- پر آهستي آهستي اسان جي انهن بحثن ۾ سارنگ عباس بہ شامل ٿي ويو، ۽ اهڙيءَ طرح غير محسوس طريقي سان اسان جي زندگين جو ڇڻ ڪو ٽڪنڊو جڙي پيو.



پن ڇڻ رُت جا آخري ڏينهن هئا. وڻن جي اگهاڙين ٽارين تي نوان گونچ ڦٽي رهيا هئا، ۽ ڏور آڪاش تي ڇانيل ڪڪر سج سان اک ٻوٽ راند کيڏي رهيا هئا. اڄ خلاف معمول "عاصمه لطيف" شام جي بجاءِ منجهند ڌاري آئي، ۽ چيائين، جي توهان مائينڊ نه ڪيو ته ڇو نه اڄ آئوٽنگ تي هلجي! مون سمورو انتظام ڪري ڇڏيو آهي، توهان کي صرف گاڏي ۾ ويهڻ جي زحمت ڪرڻي پوندي."

مون پهرين ته سارنگ جي نه هجڻ جو بهانو ڪري ٽارڻ گهريو، ڇو ته سارنگ ڪجهه دوستن سان ٻاهر نڪري ويو هو. ائين ان جي غير موجودگيءَ ۾ وڃڻ، مون لاءِ مناسب نه هو. ڇاڪاڻ ته هاڻ سارنگ ڄڻ ته منهنجي وجود جو حصو بڻجي چڪو هو. ان ڪانسواءِ ڪيڏانهن به وڃڻ مون لاءِ ڄڻ ته اڪيلائپ جو عذاب هو- پر خبر ناهي ته ڇو، نه چاهڻ جي باوجود به عاصمه جي آفر کي رد نه ڪري سگهيس. ائين خبر ناهي ته ڪيڏي مهل اسان اچي ڪينجهر جي ڪناري تي پهتاسين شام ويلي جڏهن ٻيڙيءَ ۾ چڙهي نوريءَ جي مزار تي پهتاسين، ته نه ڄاڻ اهو ڪينجهر ڪناري جو اثر هو يا ٻڏندڙ سج جي روشنيءَ جو جادو يا شايد محبتن جي مزار تي ڏيئي ٻارڻ جو اثر جو ڪنهن اڻ ڄاتي درد وچان يا ڪٿي ائين ڄڻجي ته من جي اڪيلائي جي اوتجي اچڻ ڪري، اکين مان لڙڪ ڦٽي پيا- ۽ اهي لڙڪ ئي هئا، جيڪي "عاصمه" جي دعا لاءِ کنيل ٻڪ ۾ وڃي پياهئا. عاصمه ٻُڪ ۾ ڪريل لڙڪن کي چمي پنهنجي اندر ۾ اوتي ڇڏيو- ۽ سندس مون ڏانهن کنيل نگاهن جي جواب ۾ ڪجهه چوڻ کان اڳ آئون سوچيندو رهيس ڪاش! انهن ڪجل پريل اکين جي سپنن جي سايپا، مان هجان! انهن اکين ۾ پاتل ڪجل جي سياهي ڪاش منهنجا اهي خواب هجن، جيڪي مون اڪلاپن جي راتين ۾ ڪنهن جي اندلني ٻانهن ۾ گذارڻ

بابت ۽ ڪنهن جي زلفن جي ڇانوَ تي سمهڻ بابت ڏنا هئا ـــ ۽ شايد خاموشيءَ جي به ڪا پنهنجي زبان هوندي آهي جو لفظن ڪانسواءِ ئي ماٺهو هڪ ٻئي جو مفهوم سمجهي ويندا آهن، جو واپسيءَ تي، حيدرآباد پهچڻ تائين اسان ٻئي پنهنجي پنهنجي من جا خواب هڪ ٻئي کي ٻڌائي چڪا هئاسين. مون کي ائين لڳو ڄڻ قدرت طرفان مونکي منهنجين سمورين محرومين اڪيلاين ۽ دردن جو انعام ملڻ وارو هجي.



شايد ڪنهن سچ چيو آهي ته "سپنا سايپائن کان وڌيڪ خوبصورت هوندا آهن" يا ڪٿي ائين چئجي ته اهڙا خواب ئي ڇو ڏسجن جو اکين جي روشني به هلي وڃي! ۽ مون سان به ائين ٿيو. جڏهن مان پنهنجي من ۾ باريل محبتن جا ديپ کڻي پنهنجي گهر واپس آيس ته ان وقت تائين آڪاس تي چانيل ڪڪر، جيڪي سارو ڏينهن سج سان اک ٻوٽ راند ڪندا رهيا هئا، سي هاڻ آڪاس جي سمورن ستارن کي پنهنجي پيٽ ۾ ڳڙڪائي چڪا هئا. چوڏس رات جي اونداهي ڇانئجڻ سان گڏ تيز برسات پڻ پوڻ شروع ٿي وئي هئي اندر وينل سارنگ چرس جي دونهين سان گڏ شايد ڪليل اکين سان ڪو سپنو ڏسي رهيو هو، جو ڪيس منهنجي اچڻ جي ڪل ئي ڪانه پئي جڏهن سندس هٿ ۾ جهليل سگريٽ جو سيڪ آڱرين کي آيو ته هن ڇرڪي مون ڏانهن ڏٺو. "يار علي! ڪيڏي مهل آئين؟" مون چيو، "بس هاڻ ٿوري دير ٿي آهي. هينئر هينئر......" ۽ چيم "پر تون ڪر خبر ڪهڙي جهان ۾ هئين، جو در جو کڙڪو به ڪونه ٻڌئي! شڪر آهي جو مون وٽ پنهنجي چابي هئي نه ته ٻاهر مينهن ۾ پُسي ڪڪڙ ٿي وڃان ها!" ۽ هن هڪ

وڏو ٽهڪ ڏنو. چيائين "يار ياڻ ماڻهن وٽ هاڻ خوابن ڪانسواءِ بيو بچيو بہ ڇاهي؟! ها ، هاڻ رڳو خواب ئي ڏسي سگهجن ٿا . پر اڄ جيڪو مان خواب ڏسي رهيو هئس سو ڪجهہ ڏينهن کان لاڳاتار منهنجي اکين ۾ اٽڪيل آهي" ۽ مان ڇرڪجي ويس تہ اهو ڪهڙو خواب آهي جو سندس اکين ۾ ڪجهہ ڏينهن کان اٽڪيل آهي. تجسس وچان چيم: "تہ پوءِ مون کي ڪونہ ٿو ٻڌائين، تہ اهو ڪهڙو سپنو آهي؟"

سندس چپن تي پراسرار مرڪ مرڪي پئي مون کي هن جو آواز ڏور ڪنهن ڍنڍ مان ايندو محسوس ٿيڻ لڳو. چيائين "تہ يار هاڻ وري سالن کانپوءِ منهنجي من جي اونداهي ڪمري ۾ هڪ نانءُ روشني بڻجي آيو آهي - اڻ ڄاڻائيءَ ۾ آئون ان جو طلبگار بڻجي پيو آهيان اهو نانءُ آهي، "عاصمہ لطيف..."



ڪڏهن اوهان کي خواب ۾ ڀڄڻ جو تجربو ٿيو آهي؟ يا ڪڏهن اوهان جي دوست ڪنهن اهڙي خواهش جو اظهار ڪيو آهي؟! ها ، ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي، تہ پنهنجي گهر کي هٿ سان تيلي ڏئي ٻين لاءِ روشني ڪرڻي پوندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو شعوري طور ۽ ڪڏهن ڪڏهن لاشعوري طور ڪنهن اهڙي خواهش جو اظهار ڪري وجهندا آهن. جو کين اها بہ خبر ناهي پوندي تہ ڪو اسان ان ماڻهوءَ کان سندس زندگي گهري رهيا آهيون، ۽ پوءِ مون سوچيو ڪاش ! محبت بہ هڪ اشتهار هجي ها! جيڪو نالو انسان جي دل ۾ لکيل هجي، سو سندس پيشانيءَ تي بہ لکجي وڃي! جيئن، جنهن جي نصيب ۾ جيڪو آهي، اهو ان کي ملي پوي- ۽ هن دنيا ۾ پيار سرابن جو سفر

نہ رهي. ڪنهن کي بہ پٽڪٽو نہ پوي. ڪو دوست، ڪنهن دوست کان اڻ ڄاڻائيءَ ۾ سندس زندگي نہ گهري ويهي . پر جيڪڏهن ائين ٿي پوي تہ پوءِ زندگي ۾ انسانيت نہ رهي، نہ رڳو ماڻهو خود غرض ٿي پون پر شايد ڪنهن حد تائين جيئڻ جو مفهوم بہ ختم ٿي وڃي.ها، محبت بہ تہ باھہ آهي، ۽ اها باھہ ٻنهي پاسي تمام گهڻ لڳندي آهي. اڪثر هڪ ماڻهو ئي ٻرندو رهي ٿو. ڪڏهن هجر جي باھہ ۾، تہ ڪڏهن اڻ ڪيل واعدن جي وفا ڪرڻ جي باھہ ۾ . سچ تہ پنهنجي ذات سان وابستہ ماڻهن جا ڏک بہ اسان لاءِ ڪنهن عذاب کان گهٽ ناهن هوندا. ۽ اهي ماڻهو، جيڪي نند پڻ جي پويٽ پڪڙڻ واري عمر کان وٺي اسان سان گڏ هجن، تہ پوءِ انهن جا ڏک پنهنجي پلئہ ۾ پائي، پنهنجيون خوشيون سندن جهوليءَ ۾ وجهڻ، ڪا وڏي ڳالهہ تہ ناهي..!

سو، سارنگ جو عاصمہ لاءِ پيار جو اظهار بہ مون لاءِ ائين هو جڻ هن مون کان منهنجي زندگي گهري هجي ، پر زندگي تہ مون اڳ ئي سندس لاءِ منسوب ڪري ڇڏي هئي ، سو سوچيم ، هڪ ٻي هارئي سهي! هڪ ٻيو دردئي سهي.....!



ڪنهن کي چاهڻ ۽ پاڻ چاهجڻ جي جذبي انسان کي سدائين آزمائش ۾ رکيو آهي. انهيءَ جذبي هيٺ ماڻهن ڪڏهن پنهنجا گهر ويران ڪيا آهن تہ ڪڏهن نہ چاهڻ جي باوجود بہ ٻين جا گهر آباد ڪيا آهن. . شايد جيڪي ماڻهو دل جا سخي هوندا آهن سي سدائين درد وٺندا آهن ، ۽ ڏيندا آهن- ۽ جڏهن هڪ نما شام جو سارنگ جي غير موجودگيءَ جو فائدو وٺندي مون صائمہ سان سارنگ جي جذبي جو اظهار ڪيو، تہ هوءَ ماٺ ٿي وئي، مون سندس ساڄو هٿ پنهنجي هٿ

۾ جهلي ڪيس چيو: "صائمہ! مون کي تنهنجي پريم تي پورو پورو وشواس آهي، تہ تون منهنجي زندگيءَ جي بدلي ۾ سارنگ سان بہ سوئي ساٽ ڏيندينءَ جيڪو مون سان نياهڻ چاهيو هو . ها، ماڻهوءَ وٽ لفظ ئي تہ آهن هڪ ٻئي کي تسلي ڏيڻ لاءِ- ۽ هاڻ تہ اسان سڀ لفظن جا قيدي آهيون. سارنگ جا لفظ مون لاءِ زنجير، ۽ منهنجا لفظ تو لاءِ جنم قيد آهن. پر ڇاڪجي جو ساري ڪائنات لفظن جي اسير آهي- ۽ انهن لفظن ۾ محبت جو لفظ ڇڻ تہ اهڙو تالو آهي، جنهن جي چابي ڪنهن نامعلوم سمنڊ جي تري ۾ گم ٿي چڪي آهي- ۽ هاڻ ان مان رهائي ناممڪن آهي . سو اسان تقدير کي ڪيئن ٿا دوکو ڏئي سگهون! منهنجي انهن جملن ڪان پوءِ چوڏس مانار ڇانئجي وئي . ڪڏهن ڪڏهن مات بہ موت جهڙو عذاب بنجي پوندي آهي . پر جڏهن لفظ ساٿ ڇڏي ڏيندا آهن تہ پوءِ اندر ۾ لڪل درد وري ڳوڙهن جو روپ وٺي مک تي ظاهر ٿي پوندا آهن ۽ عاصمہ جي اکين مان بہ لڙڪ هارجڻ لڳا .



سچ تہ هارايل ماڻهوءَ جهو هونئن بہ جيئڻ عذاب هوندو آهي- ها ماڻهو جنگ هاري، جوا جي بازي هاري- رنگ ، خوشبو ، ۽ دلت هاري تہ زندہ رهي سگهي ٿو، پر شل دل نہ هاري ڇاڪاڻ تہ دل هارڻ ڪان پوءِ جي شڪست جيئڻ لاءِ ڪوبہ رستو نہ ٿي ڇڏي ۽ هونئن بہ پيار تہ شيشي جي ٿانو جهڙو نازڪ آهي، جنهن کي هٿ ۾ کي اسان ڪٺي پل صراط جو سفر ڪرڻو هوندو آهي - ۽ ٿوري لرزش، اهو ٿانو هٿ مان ڪيرائي اونهي کڏ ۾ اُڇلائي سگهي ٿي- ۽ شيشي جو ٿانو ، دل

جا ارمان ۽ اکين جا خواب جڏهن ٽٽي پوندا آهن، تہ يقينن ماڻهو زخمي بہ ٿيندو آهي. ۽ پيار جڏهن جدائين جي موڙ تي اچي بيهندو آهي تہ ماڻهوءَ کي پاڻ کان تہ ڇا، دنيا کان بي گانو ڪري ڇڏيندو آهي. ها، جنهن دل ۾ بہ پيار جو بت ڪتو آهي، تہ پوءِ ان دل کان خوشيون ائين رُسي وينديون آهن جيئن خزائن ڪانپوءِ وڻن کان انهن جا پن رسنندا آهن. ۽ ڏک تہ ڪا ورهائجڻ جهڙي شيءِ بہ تہ ناهي، جو اهي ٻين سان شيئر ڪجن. ها جن جي ڏکن ۾ اسين پور پور ٿي پوندا آهيون ، سي اسان کي ميڙڻ بہ تہ ناهن ايندا! ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ ٻين جي خوشين کي ڏسي بظاهر تہ ماڻهو خوش ٿيندو آهي ، پر اندر ۾ اداسيون اڃان بہ وڌي وينديون آهن ۽ دل جا چاڪ اڃان وڌيڪ چڪي پوندا آهن تہ پوءِ اهڙي وقت ۾ جڏهن بہ مون تي دردن ڪاهہ ڪئي آهي تہ منهنجي پناهہ گاهہ سنڌ جي صوفين جون درگاهون رهيون آهن. ۽ پوءِ مون سارنگ ۽ عاصمہ کي ٻڌائڻ کانسواءِ ئي پنهنجي سفر جو آغاز ڪيو. منهنجي پهرين منزل جهوڪ هئي. صوفي شاهہ عنايت شهيد جي درگاهہ، ۽ پوءِ لطيف ، سچل، بيدل کان ٿيندو بلاول تائين پهتس ۽ پوءِ مان هئس ۽ سنڌ جي واهڻن وستين جا رستا هئا ۽ هڪ نہ ڪٽندڙ سفر.... بي منزل مسافر جيان ٿي ڀٽڪندو رهيس ۽ ڏک بہ اداس شامن جيان مون سان گڏ هلندا رهيا.



ڪجهہ در اهڙا بہ هوندا آهن ،جتان رڳو ناڪاميون ئي ملنديون آهن، پر خبر ناهي تہ پوءِ بہ ڇو اتان مليل درد ۽ ناڪاميون ايتريون تہ پياريون لڳنديون آهن، جو ماڻهو بار بار انهن درن ڏانهن موٽندا آهن! ۽ هونئن بہ ماڻهوءَ کان جڏهن ڏک سک ونڊڻ وارا دور ٿي

وجن ۽ ڪو پنهنجي ئي ڪيل فيصلي جي صليب تي پاڻ مصلوب ٿيل هجي ، ته پوءِ ڪيس ڪڏهن ڪڏهن وري انهن جي ياد ستائيندي آهي، جن کي هو ڇڏي چڪو هوندو آهي . سچ ته اسان ڪيڏا نه غير اهم ڇو نه ٿي وڃون پر ڪنهن کي ڪٿي نه ڪٿي ياد ضرور هوندا آهيون - ۽ پوءِ اهو سوچي، آئون واپس وريس پنهنجي شهر ڏانهن ته شايد هاڻ "سارنگ " کي به منهنجي ياد ستائڻ لڳي هوندي، جو هو مون کي ايڏي شدت سان ياد اچي رهيو آهي

۽ جڏهن مون رات جي پوئين پهر پرهه ڦٽڻ کان ٿورو اڳ پنهنجي گهر جي در تي دستڪ ڏني ته در ايڏي جلديءَ سان کليو ڄڻ اندر ڪوئي منتظر هو ته ڪيڏي مهل تو ڪو ڪڙو ڪڙ ڪائي- ۽ ائين اوچتو ئي، اوچتو رات جي پوئين پهر سارنگ مون کي در تي ڏسي خوشيءَ وچان رڙ ڪندي ڪٿي ايڏو ته زور سان ڀاڪر ۾ ڀريو ڄڻ ڪيس خوف هجي ته متان آئون وري ٻيهر ڀڄي نه وڃان! سارنگ جو اهو ڀاڪر ان ويل مون کي ائين لڳو، ڄڻ ڪو معصوم ٻار ميلي ۾ گم ٿيڻ کان پوءِ وري اوچتو ئي اوچتو مائٽن کي ملي پوي! ۽ ڪين خوف وچان اهڙو ته ڀاڪر وجهي جو جيئن ٻيهر وڇڙڻ جو امڪان ئي نه رهي.... ۽ شايد لڙڪ به ٻنهي جي اکين ۾ هئا .



ڪڏهن ڪڏهن ماڻهوءَ جي دل چاهيندي آهي ته ڪاش! زندگي به ڪو ڊرامو هجي يا افسانو يا ناول جنهن جي هر هڪ سٽ، ۽ جنهن جو آغاز ۽ انجام هر ڪو پنهنجي، پنهنجي خواهش مطابق ڪري سگهي، ته جيئن سندس حصي ۾ آيل درد ، محروميون ۽ خوشيون

پنهنجي پنهنجي، پسند جي ماڻهن ۾ ورهائي سگهجن.. پر ائين ٿيڻ ناممڪن آهي جو هن ڪائنات جي ازلي تخليقڪار اهو سڀ ڪجهه اڳ ئي ڪري ڇڏيو آهي. هتي اسان رڳو پنهنجا پنهنجا ڪردار نڀائي رهيا آهيون.

۽ جڏهن مونکي پنهنجي شهر آئي ڏهه ڏينهن گذري ويا، پر عاصم جي باري ۾ ڪا خبر ڪانه هئي. شايد هاڻ هُن شام جو اچڻ ڇڏي ڏنو هو، ۽ مون في الحال سارنگ کان به سندس باري ۾ معلوم ڪرڻ نه ٿي چاهيو ۽ سارنگ به هاڻ اڪثر شام جو غائب رهڻ لڳو هو. سدائين جيان، اڄ به جڏهن سارو ڏينهن شهر جي گهٽين ۽ فٽ پاٿن جي ڊوڙ ڍڪائڻ ڪانپوءِ آئون واپس وريس، ته منهنجي من تي اداسائيءَ جا پاڇا اجاڙ ـ وڏيڪ گهاٽا ٿي چڪا هئا، ۽ اداسائيءَ جي علاج خاطر مون چاهيو ته شاهه سائينءَ جي رسالي جو مطالعو ڪجي. سو بڪ شيلف ۾ پيل بي ترتيب ڪتابن کي هيٺ مٿي ڪري، "شاهه جو رسالو" ڳولڻ جي ڪوشش ڪيم، ۽ جڏهن رسالو هٿ ۾ کڻي واپس ڪرسيءَ ڏانهن ٿي آيس ته اوچتو هٿ لڳڻ ڪري. پرسان پيل سارنگ جي ڊائري اچي فرش تي ڪري. ڊائري کڻي جيئن ئي بڪ شيلف ۾ رکيم، ته ڊائريءَ مان ڪريل هڪ لفافو اچي پٽ تي پيو. لفافي تي سارنگ جو نانءُ لکيل هو، پر لفافي مٿان لکيل هٿ اکر ڏسي ڇرڪ پريم، ڇاڪاڻ ته اهي اکر مون کي "عاصم لطف" جا ٿي لڳا. پهرين ته خط پڙهڻ اخلاقي ڏوهه سمجهيم، پر پوءِ سوچيم ته سارنگ ۽ مون ۾ هڪٻئي کان پنهنجون ڊائريون، خط لڪائڻ جي رسم ته ڪانهي- سو شايد سارنگ هي خط ڊائري ۾ رکي وساري ڇڏيو هوندو، نه ته جيڪر مون کي ضرور پڙهائي ها، سو خط کڻي آيس ۽ ڪرسيءَ تي ويهي پڙهڻ لڳس:

ڊيئر سارنگ!

محبت ڪوئي ميندي جو ٻوٽو ڪونهي، جو جڏهن جنهن ڪي آيو ان کي ڪٽي ٻئي جي دل ۾ پوکي ڇڏيون. محبت ته جهنگلي گل جيان آهي، جيڪا دلين ۾ پنهنجو پاڻ ڦٽندي آهي، ۽ ان جي خوشبو ۽ رنگ جو وصال ته ڪڏهن ڪڏهن قسمت وارن مائهن جي نصيب ۾ لکيل هوندو آهي. سو تو ۽ علي، محبت جي نالي تي يا ڪٿي ائين چئجي ته پنهنجي دوستيءَ جي ناتي سان هڪ ٻئي لاءِ پنهنجي پنهنجي، خواهشن ۽ چاهتن جي قرباني ڏئي جيڪو مثال قائم ڪيو آهي، سو ته يقينن ساراهڻ جوڳو آهي، پر شايد توهان اهو نه ٿي ڄاتو ته منهنجو وجود ڪو رانديڪو ته ناهي، جو جڏهن جنهن جي جيءَ ۾ آيو ان ٻئي جي حوالي ڪيو. تو عليءَ جي ڊائري جو حوالو ڏيندي چيو آهي ته علي، جيڪو گذريل ٽن مهينن کان بنان ڪجهه ٻڌائڻ جي گم آهي، سو سندس گمناميءَ جو سبب منهنجي محبت ۽ تنهنجي ياران مون سان پيار جو اظهار آهي ته يقينن اهو سچ آهي، مان ڪوڙ ڳالهائي محبت جي بارگاهه ۾ گنهگار ٿيڻ نه ٿي چاهيان. پر اهو به سچ آهي ته علي، جيڪو منهنجي من جو خدا ۽ محبتن جو مرڪز هيو، جنهن مون کي پنهنجي زخمي دوست جي ڦٽن تي مرهم رکڻ لاءِ چيو، ته يقينن آئون انهيءَ وقت "عزازيل" جيان بغاوت ڪري پنهنجي محبتن جي خدا جي انڪاري ٿي سگهيس پي، پر مون وٽ محبت نالو آهي پنهنجو وجود ٻئي جي حوالي ڪرڻ جو- ۽ جڏهن اسان ڪنهن سان محبت ٿا ڪريون پنهنجي دل جي مڙني سچاين سان ته پوءِ اسان جو وجود اسان جو نه ٿو رهي، پر ان ديوتا جو آهي جنهن جي عشق ۾ اسان پاڻ کي وقف ڪري چڪا هوندا آهيون. سو جڏهن علي مون کي تنهنجي من ۾ سرجيل محبت جي ناتي کان واقف ڪيو ته ان کي مون محبت جي بارگاهه جو اهو حڪم سمجهيو حيئن خدا پنهنجي سيني چاهيندڙن کي آدم جي، آڏو جهڪڻ

لاءِ چيو هو ۽ ان ڏينهن پنهنجي دل جي مڙني سچاين ۽ گهراين سان مون پنهنجا سڀ جذبا ۽ اُڌما تنهنجي نانءِ ڪري ڇڏيا هئا. پر تو گذريل شام عليءَ جي گمنامي، ۽ سندس سيرانديءَ کان پيل ڊائريءَ جو حوالو ڏيندي چيو آهي ته مان وري عليءَ ڏانهن موٽي وڃان ۽ پنهنجا سمورا جذبا سندس نانءُ ڪيان، ته هاڻ ائين ٿيڻ ناممڪن آهي ۽ اهو به ياد رکجان ته ٿوري ٿوري ڳالهه تان رسڻ وارا ماڻهو پنهنجي زندگي کان به وڌيڪ عزيز ماڻهن کي، ڪنهن ننڍڙي ڳالهه تان وڃائي ويهندا آهن، ۽ هي تون جو پنهنجا ۽ منهنجا ڪاون جهڙا نرم ۽ نازڪ جذبا ٽوڙي، شڪ جي راهن ڏانهن وڌي رهيو آهين سو گهڙي پل لاءِ سوچ ته متان ڪڏهن وري پيري اگهاڙو واپس موٽڻو پوئي ۽ پوءِ پيچي پور ڪيل جذبن جا سنهڙا شيشا، ڪٿي توکي زخمي ڪري نه وجهن. ها، محبتون نپائڻ لاءِ ڪيبون آهن نه ڪي ٽوڙڻ لاءِ! مان مڃان ٿي ته عليءَ جيان تنهنجي محبت به عليءَ سان هوندي، ۽ تون ڪڏهن به اهو نه چاهيندي ته پنهنجي دوست جي خون ٿيل خواهش جي رنگ مان پنهنجي هٿن تي حنا جو رنگ سجائين، پر اهو ته سوچ ڇا منهنجو وجود، منهنجا جزبا ڪو شو پيس آهن، جو ڪڏهن علي پنهنجي جذبي ۽ محبتن جو قسم ڏئي سارنگ جي دل ۾ سجائڻ جي ڳالهه ڪري، ۽ ڪڏهن تون عليءَ جي جذبن جو حوالو ڏئي مون کي سندس انتظار ڪرڻ جو چئين ها.مان محبتن جي بارگاهه ۾ وڪائل ضرور آهيان، پر هڪ عورت جي ناتي سان اهو به نه ٿي چاهيان ته هر مرد کي اهو حق ڏيان ته جڏهن به هو چاهي، مون کي پنهنجي خواهشن جي صليب تي لٽڪائي، ۽ محبتن جي قربان گاهه تي بي زبان جانور جيان منهنجي مڙني جذبن جو قتلام ڪندو رهي! سو مان هي آخري خط لکي رهي آهيان ته جيڪڏهن ڪٿي عليءَ سان تنهنجي ملاقات ٿئي، ته منهنجي پاران کيس هي لفظ ضرور چئجان ته: "ڇا مليو توکي، مون کي پٿريلي ۽ ويران راهن جي حوالي

ڪري!" ها، مان هاڻ توهان جي شهر کان تمام پري وڃي رهي آهيان، هميشه هميشه لاءِ، تہ جيئن وري ڪڏهن پاڻ واٽ ويندي بہ نہ ملي سگهون.

* هينئان "عاصمہ" جي صحيح ٿيل هئي،

خط پڙهڻ کانپوءِ مون کي ائين لڳو ڄڻ سڀ اکر ملي ڪري عاصمہ جي تصوير ٺي پيا هجن ۽ سندس چپن مان چوڏس اهي لفظ ڦٽي رهيا هجن تہ "ڇا مليو توکي مون کي ويران ۽ پٿريلي راهن جي حوالي ڪري!"

انهن لفظن جي پڙاڏن ايترو تہ زور ورتو. جو مون کي ائين لڳو ڄڻ منهنجو ذهن ڌماڪي سان ڦاٽي پوندو، ۽ منهنجو ساهہ پهريون پيرو پنهنجي ڪمري ۾ ٻوساٽجڻ لڳو. مان بند ڪمري مان ٻاهر نڪري آيس، شهر جي ڪليل ۽ وسيع فٽ پاٿن تي شهر جي روڊن تي هلندي ٽريفڪ جي شور ۾ جڏهن من اندر جو گوڙ ڪجهہ گهٽ ٿيو ۽ ذهني طور تي ڊپريشن جي گهٽ ٿيڻ کانپوءِ ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي، تہ اڄڪلهہ سارنگ مون کان پري پري ڇو ٿورهي- ۽ شام جو ڪٿي هوندو.

ها، جڏهن سارنگ مون سان عاصمہ لاءِ پنهنجي جذبن جو اظهار ڪيو هو، تہ مان سندس جذبن کي عاصمہ تائين پهچائڻ کان پوءِ جڏهن هي شهر ڇڏي ويو هئس تہ منهنجي ڇڏيل ڊائري، جيڪا منهنجي ۽ عاصمہ جي محبت جي رازدار هئي، جنهن ۾ مون عاصمہ سان گڏ گهاريل هڪ هڪ پل ۽ سندس من ۾ آيل اُٿل جو احوال لکيو هو سو اها منهنجي گمناميءَ کانپوءِ سارنگ جي هٿ چڙهي وئي. جيڪا سدائين منهنجي بستري جي سيرانديءَ کان رکيل هوندي هئي ۽ اها ڊائري پڙهڻ کانپوءِ سارنگ کي منهنجو ائين اوچتو شهر ڇڏي وڃڻ جو سبب معلوم ٿيو، ۽ اسان جي محبتن جو راز جڏهن مٿس کليو تہ هن اڻ

جاڻائيءَ ۾ ڪيل پنهنجي ناداني‌ءَ جو ازالو ڪرڻ ٿي چاهيو ۽ شايد عاصم جو اهو خط سارنگ جي انهن ڳالهين جو جواب هو، جيڪي هن عاصم کي چيون هونديون عاصم جي خط پڙهڻ کانپوءِ منهنجي من تي جيڪا گهٽ ٻوسٽ ڇانئجي هئي ان جو سبب ئي اهو هو ته اسان اڻ جاڻائي ۾ يا شعوري طور، پنهنجون پنهنجون محبتون نيائڻ خاطر ڪيس گلاب جو گل سمجهي پنهنجي پنهنجي پسند جي ڪوٽ جي ڪالر تي سجائڻ جي ڪوشش ڪئي، سواءِ ان جي ته ڪو سندس ٻه زنده وجود آهي ۽ اهڙي ئي وقت، جڏهن اسان پنهنجي ڪيل فيصلن جي ٿياس تي تنگجي اڪيلائپ ۽ اداسائي‌ءَ جو شڪار ٿي پيڙا ۽ پڇتاءَ جا درد ڀوڳي رهيا هئاسين ته مون شهر جي فٽ پاٿن تي هلندي سوچيو ته شايد عاصم جو ته هاڻ ملڻ مشڪل آهي،پر هي سارنگ روز شام جو ڪيڏانهن گم ٿيو وڃي؟! ۽ مون کي ياد آيو ته هو جڏهن ٻه مون جيان ڪنهن درد جي اوڙاهه ۾ وڃيو پوي، ته پوءِ سندس پناهه گاهه اسان جي رهائشي علائقي ويجهو وهندڙ سنڌو درياهه جو ڪنارو هوندو آهي، جتي هو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي ٻارن جيان واريءَ جا گهر ناهيندو ۽ ڊاهيندو آهي، يا سنڌوءَ جي وهندڙ پاڻيءَ کي ويهي گهوريندو آهي، ۽ اهو ئي وقت هو جڏهن هُو سنڌوءَ ڪناري واريءَ تي ويهي ليڪا ڪڍي ٽڪندو ناهڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهيو هو، ۽ مون ڪيس اچي اٿاريو ته هاڻ هل ته گهر هلون، جو هي ٽڪندو هاڻ ڪڏهن ٻه مڪمل ٿي نه سگهندو، اسان جي زندگين جيان...!

# صحرا جهڙو جيون

۽ اج وري مون هن کي پيئندي ڏٺو هو. سندس خماريل اکين ۾ شايد کي يادون، تاندا بنجي دکي پيون هيون، جو مون هن کي سڏکندي ڏٺو، شايد من ۾ ٻرندڙ يادن جي آگ تي لڙڪن جو پاڻي هاري، پنهنجو پاڻ کي ٺارڻ گهريائين ٿي! ۽ مون هن جي خماريل اکين ۾ انهن وڃايل سپنن کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪي هميشه هن جي پيڙاءَ جو سبب بنجندا هئا. ها هُو تڏهن ئي پيئندو هو جڏهن متس درد ڪاهه ڪندا هئا- ۽ پيئڻ ڪانپوءِ هن جي من تي لڳل تالو ائين ٽٽي پوندو هو جيئن پن ڇڻ رت ۾ پن سڪڻ ڪانپوءِ پنهنجي ٽارين کان ڇڄندا آهن.

۽ هاڻ هو ايترو ته پي چڪو هو جو پنهنجو پاڻ سان ڳالهائڻ شروع ڪيائين. ها هوءَ اج مون کي ملي هئي..... جنهن جي اکين ۾ مون سدائين پنهنجو پاڻ کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر سندس اکين جو سمنڊ پار ڪري، مان ڪڏهن به هن جي من پاتال تائين پهچي نه سگهيو هئس. هوءَ جيڪا مون کي شهر جي هڪ ڪتاب گهر تي ائين اوچتو ملي جيئن ڪڏهن ڪڏهن اڻ ڄاتي درد وچان اوچتو ئي اوچتو اکين مان لڙڪ لڙي پوندا آهن، پر سندس چهري تي خبر ناهي ته ڇو اج اهي مرڪ جا گلاب ٽڙيل نه هئا. جيڪي هن جي مک جي سجائپ هئا ۽ اج هن جي بدن تي گلابي وڳي بدران، خزان جي رنگ جهڙو پيلو وڳو پاتل هو، مون کي ائين لڳو ڄڻ سندس من جون بهارون لٽجي چڪيون هجن. مون کي ڏسي هوءَ به ڇرڪجي پئي ۽ مون هن جي چهري تي هڪ پل لاءِ درد جا ٿوهر ڦٽندي محسوس ڪيا هئا، پر پوءِ به هن

پنهنجي چهري تي مصنوعي مرڪ جو نقاب پاتو هو. مون سندس اکين ۾ جهاتي پائي، سندس من جي پيڙا تائين پهچڻ چاهيو هو پر هميشه جيان ناڪام رهيس. ها اڄ سندس اکيون مون کي سمنڊ بدران خبر ناهي ڇو ويران صحرا جهڙيون لڳيون! جن ۾ اڃان ڪجهہ خوابن جا سراب اٽڪيل هئا- ۽ ان کان اڳ جو آئون ڪجهہ چوان هن حيرانگيءَ وچان چيو هو، "توهان هتي؟!" ۽ پوءِ خبر ناهي تہ ڪيئن اسان ڪنهن، هوٽل ۾ پهتاسين، ڇا ڳالهايوسين، ڇا ڪاڏوسين! ها بس، مون تہ هميشه جيان اڄ بہ، سندس اکين ۾ پنهنجو پاڻ کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر هن جي اکين جو صحرا پار ڪري، سندس من پاتال تائين پهچي نہ سگهيو هئس.

ها ،هوءَ منهنجي تہ نہ ٿي سگهي هئي پر جنهن جي ٿيڻ چاهيو هئائين، سو سائس وفا نہ ڪري سگهيو هو ۽ کيس ڪراچيءَ جهڙي شهر ۾ اڪيلو ڪري، پاڻ ائين گم ٿي ويو هو جيئن زلزلي ڪانپوءِ پريل جڙيل شهر ڪي ذرتي ڳهي ويندي آهي- ها، مان جيڪو هن جو ڪلاس فيلو هوندي بہ سندس دوست ٿي رهيس ۽ هو. جيڪو پڻ مون جيان پڙهندو هو، هن سان گڏ، سو خبر ناهي تہ ڪيئن سندس من - پاتال تائين پهچي ويو هو! ۽ مان، رڳو هن جي اکين ۾ پنهنجو عڪس ٿي ڳليندي سائس محبت جو اظهار بہ نہ ڪري سگهيس! - ۽ شايد محبتون بہ جهنگلي ڪبوتر جيان هونديون آهن، جيڪي ڪڏهن ڪڏهن ۽ قسمت وارن ماڻهن جي گهرن تي ٿي لهنديون آهن.

سو هن جي دل ۾ بہ جيڪي محبت جا گل ٽڙيا هئا. انهن تي "سرمد" جو نانءُ لکيل هو.......! ۽ اهڙيءَ طرح جڏهن هوءَ ڪوڙ سارين مخالفتن جي باوجود مائٽن جون ۽ سماج جون ڪڙيون ڪيل روايتي ديواريون ڊاهي، حيدرآباد کي الوداع ڪري سرمد سان گڏ ڪراچي هلي وئي هئي- ۽ سندس چوائي تہ کيس ٽن مهينن ڪانپوءِ جڏهن سرمد اڪيلو

ڪري، ڪراچيءَ جهڙي شهر ۾ گم ٿي ويو هو تڏهن اڄ، هوءَ ڪنهن منزل وڃايل مسافر جيان ڀٽڪندي ڀٽڪندي واپس وري هئي حيدرآباد ڏانهن! جتي اڄڪلهه هڪ اسڪول ۾ ماستريائي آهي...... ۽ اڄ جڏهن مون کي شهر جي هڪ ڪتاب گهر وٽ اوچتو ئي اوچتو سالن پڄاڻان ملي ته سندس مُک تي مرڪن جي گلاب بدران خزائن جا پاڇا لڙي چڪا هئا!

۽ جڏهن موڪلائڻ وقت سندس هٿن ۾، ورتل پرائمري جي ڪتابن متعلق پڇيو هئومانس تڏهن سموري سگهه ۾ ميڙيندي چيو هئائين. "سرمد جي ڇڏيل ان نشاني لاءِ ورتا اٿم. جيڪا هاڻ منهنجي جيئڻ جو سهارو آهي......" ۽ هن جي وچڻ ڪانپوءِ مون پنهنجو پاڻ کي سالن پڄاڻان بيهر تتل واريءَ جي رڻ ۾ بينل محسوس ڪيو هو........ ۽ پوءِ جڏهن جيون برندڙ ٽاندا بڻجي پوي ته پوءِ پنهنجو سهارو اهو ئي آهي، هن وهسڪي جي بوتل ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

۽ مون ڏٺو ته آهستي آهستي بوتل خالي ٿي رهي هئي، ۽ هو سڏڪي رهيو هو. سڏڪن سان گڏ سندس نيڻن مان ڪرندڙ لڙڪ، هن جي من ۾ برندڙ يادن جي آڳ کي، شايد آهستي آهستي اجهائي رهيا هئا.

# ظالم مهيني ۾ ڄاول ڪهاڻيڪار



شايد ايليٽ لکيو آهي تہ " اپريل جو مهينو ڏاڍو ظالم ٿيندو آهي، جو هن مهيني ۾ گل ٽڙندا آهن، ۽ ان ئي ظالم مهيني جي 1967ع واري 19 تاريخ، استاد بخاريءَ جي پر واري ڳوٺ، ملڪاڻي شريف ۾ چاچي غلام هاديءَ جي اڱڻ تي هڪ مُکڙي ٽڙي. جيڪا هاڻي هڪ مڪمل سُرهو گل بڻجي چُڪي آهي ۽ جنهن کي سنڌيءَ جو اڪثر پڙهندڙ چڱيءَ پَر سُڃاڻي ٿو. جيتوڻيڪ الطاف تمام گهڻي عرصي کان حيدرآباد جو واسي آهي ۽ هن ميٽرڪ بہ نور محمد هاءِ اسڪول مان ڪئي پر سندس سڃاڻپ اڄ بہ دادو آهي.

بلڪل ائين، جيئن هن شروعات شاعريءَ سان ڪئي، پر توهين کنهن کان بہ معلوم ڪندؤ تہ چوندو " الطاف- ڪهاڻيڪار" . شروع شروع ۾ هن ٻاراڻي ادب لاءِ بہ تمام گهڻو پاڻ پتوڙيو. " لاٽ" جهڙو بهترين ٻاراڻو ميگزين، ڪجهہ سالن تائين مسلسل ڪڍندو رهيو. ان کانسواءِ ٻارڙن جي ڄاڻ لاءِ، هن سنڌ جي عظيم ۽ امر شهيد صوفي شاهہ عنايت بابت معلومات گڏ ڪري هڪڙو ننڍڙو ڪتابچو ڇپايو " سوريءَ سزا وار" ان کانسواءِ هن جا ٻہ ٻيا بہ ٻاراڻي معلومات تي مشتمل ڪتابچا ڇپيل آهن ۽ اڄ سندس هيءُ "وڏڙن" جي ڪهاڻين تي مشتمل ڪتاب "ساڀيائن کان رنل سپنا" بہ اسان جي هٿن ۾ آهي. تمام تيز ملڻ جي باوجود بہ مون الطاف کي اڄ تائين کنهن رڪشي کان اڳ ڪڍندي ڪونهي ڏٺو. پر جنهن انداز ۾ هو1988ع کان وٺي لکڻين وسيلي ڊوڙيو آهي، ان ۾ هُو ياري باشيءَ جي ڊيزل تي هلندڙ، چڱن ڀلن ادبي ٽريلرن کان اڳ ڪڍي ويو آهي.

اسحاق سميجو
24 آگسٽ 1994ع - دادو

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَھڙيءَ طرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اَھڙيءَ طرح پڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، بَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنھن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

ڄئن ڄئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڙَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙَ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)